ادارہ "نئين ڪيتيءَ" طرفان
زرعي سلسلي جو چوٿون ڪتاب

# ساريون ۽ چانور

مصنف


**مسٽر ايم - بي - قريشي**
اسسٽنٽ ڊئريڪٽر ائگريڪلچر


ٽنم



**قيمت ۰-۸-۱ رپيه**


دفعو اول ) ۱۹۵۷ع (تعداد ۱۰۰۰





ڇپائيندڙ:
"نئين ڪيتي" پبليڪيشنس، صدر، حيدرآباد

# ترتيب

صفحو

# تعارف

”سار بون ۽ چانور“ نہ فقط سنڌ پر سڄي پاڪستان جي معاشي ۽ غذائي اعتبار ڪان خاص اهميت رکن ٿا. چانورن کي پوکڻ ڪانوني پيٽ ۾ داخل ٿيڻ تائين، سو ين مرحلن مان گذرڻو پوي ٿو، پر اهي مرحلہ صحيح طريقي سان ڪيئن طئہ ڪجن، تن جي شايد ڪن ٿورن کي خبر هجي. چانورن جي قسمن ۽ انهنجي ڪائڻ پيئڻ جي طريقن ڪان عام ماڻهو گهٽي قدر واقف ہہ هجن پر سنڌن آباديءَ ۾ اضافو آڻڻ، انهنکي بيمارين ڪان بچائڻ ۽ سٺيون جنسون پيدا ڪرڻ جي جي سلسلي ۾ اسانجو آبادگار طبقو اڪثر بيخبر پئي رهيو آهي. ان جو سبب سنڌن دستوري ريتون رسمون هجن يا ٻيو ڪجھہ، پر ڪين پنهنجي ۽ ملڪ جي بهبوديءَ خاطر هاڻي اهيئي طور طريقا اختيار ڪرڻ گهرجن جيڪي ڪافي عرصي جي تجربن، جدوجهد ۽ خرچ سان حاصل ڪيا ويا آهن.

مسٽر ايم - ڊي - قريشي ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڊئريڪٽر ائگريڪلچر نئہ، هن ڪتاب جي مواد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترو وقت سيڙايو هوندو ۽ ڪيڏي محنت ڪئي هوندي ان جو اندازو ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ ئي لڳائي سگهبو، پر اها سڄي محنت تڏهن سجائي سمجهي ويندي جڏهن اسانجا

آبادگار انجي ڏسيل تجربن ۽ هدايتن تي سچيءَ دل سان عمل ڪري انهن مان پورو پورو فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.

اداره "نئين کيتي" طرفان هي مضمون "سار پال نمبر" ۾ شايع ڪرڻ کانپوءِ انکي ڪتابي صورت ۾ آندو ويو آهي جيئن نئين کيتيءَ جي مستقل خريداري کانسواءِ به ضرورتمند اصحاب هن مفيد مواد مان مستفيض ٿي سگهن ۽ ساڳئي وقت رسالي جي پراڻي ٿيڻ جي باوجود مضمون جي تازگي به برقرار رهي سگهي.

هي ڪتاب "زرعي سلسلي" جو چوٿون نمبر آهي. هن کانپوءِ پنجون نمبر ڪتاب "لاڙ جا جهنگلي ڪنا ۽ انهنجي روڪڻ جا اپاءَ" به پايه تڪميل تي پهچي چڪو آهي، جو پڻ سارين جي آباديءَ سان ئي تعلق رکيٿو. تنهن ڪري لاڙ جي آبادگارن کي هن ڪتاب سان گڏ ان مان به فائدو پرائڻ جي سهڻي صلاح عرض رکجي ٿي.

والسلام

**نواب حاجي جانعلي خان**

*Printed by Maqbool Ahmed Bhatti, Manager Sind University Press,*
*and*
*Published by Nawab Haji Jan Ali Khan. from "Naeen Khetti" offici,*
*Sadder. Hyderabad Sind.*

# ساريون ۽ چانور

چانور پنهنجي پيدائش وقت قدرتي لباس پهريل هن جهان ۾ ايندا آهن ۽ ان قدرتي چوغي ۾ مبلوس چانورن کي ساريون سڏبو آهي. چانورن جي ان ٻاهرين سخت ۽ مضبوط چوغي لاهڻ جي رسم کي "ڏر" چئبو آهي. ۽ چوغو چانورن کان ڌار ٿيڻ بعد "توتڙ" ڪري ڪوٺبو آهي. ان رسم ادا ڪرڻ بعد ڏسبو ته چانور اڃان به هڪ سنهي- ريشمي پوشاڪ پهريل آهن ۽ ان حالت ۾ اهي "ڪورا چانور" ڪري ليکبا آهن- ان پوشاڪ لاهڻ لاءِ چانورن کي مالش ۽ پالش جي ضرورت ٿيندي آهي ۽ ان رسم کي سرانجام ڪرڻ بعد چانور اڇا يا ڳاڙها يا ڪجهه پيلاڻ ڏي مائل، اجرا ۽ دل لڀائيندڙ نڪري نروار ٿيندا آهن. ان وقت به سندن سموري جسم تي سندن حسن کي دوبالا ڪرڻ لاءِ پائوڊر قدرتي طور لڳل هوندو آهي ۽ ڪن ملڪن ۾ ته سندن حسن کي اڃا به وڌيڪ من موهيندڙ بنائڻ لاءِ کين ٽالڪ پئڊر (جنهن مان انسانن جي استعمال لاءِ پائوڊر ٺهندو آهي)

۽ گلوڪوز، يا ابرق ۽ گلسرين وغيره لڳايا ويندا آهن. اهي شيون چانورن کي چلڪندڙ بنائين ٿيون ۽ سندن جواني پڻ ڪجهه وقت لاءِ محفوظ رکن ٿيون. ازانسواءِ کين بد شڪل بنائيندڙ دشمن جهڙوڪ سُرا ۽ پيا نٿا جيت، ان ڪري مٿن جلد وار ڪري نٿا سگهن.

مگر هر حالت ۾ انسان ذات سان وصال کان پيشتر وري به کين وهنجارڻ جي ضرورت ٿيندي آهي. چانورن تان ان لٿل سنهي پوشاڪ ۽ پائوڊر کي چانورن جو ”چونو“ يا ”ڪٽي“ سڏيندا آهن.

چانور انسان ذات جي ضروريات زندگيءَ جو هڪ اهم جز آهي ۽ انگن اکرن مان ظاهر آهي ته دنيا جي اڌ کان به وڌيڪ ماڻهن جو گذارو چانورن تي آهي. پيو ڪو به اناج چانورن سان ڪنهن ڳالهه ۾ ڏئي بيهڻ کان قاصر. پراڻي زماني جي ٻولين ۾ چانورن کي ”ڌان“ ڪري سڏيو ويندو هو جنهنجو مطلب آهي ”زندگي بخشيندڙ“.

هن فصل جي هڪ ٻي خصوصيت هيءَ آهي ته چانورن کان علاوه سندن گاه، ٽوٽڙ ۽ چونو پڻ انسانن ۽ حيوانن جون مختلف ضرورتون پوريون ٿو ڪري.

**پلال:** سارين جي فصل جو گاه جنهنکي پلال ڪري سڏبو آهي اهو جانورن جي ڪاڌي ۽ نرم بستري جي ڪم ايندو آهي، منجهانئس رسا ٺهندا آهن، مائٽن جي وهڻ لاءِ صندلين وانگر گول "پيڙهــا" ٺهندا آهن جي تمام نرم ۽ آرام ده ٿا ٿين- ٻهراڙيءَ ۾ بيل گاڏي جو "ٺانٺو" پلال سان پر ڪيو ويندو آهي ۽ اهو مسافري ڪندڙن کي نرم اسپرنگدار گاديلن جو ڪم ڏيندو آهي- پلال سارين جي ٻيجارڻ کي "وسنئن" ڏيڻ جو ڪم پڻ ڏئي ٿو ۽ وقتي ڪاٺين ۽ ڪوئلن جي عدم موجودگيءَ ۾ باه ٻارڻ جو ڪم پڻ ڏئي ٿو- شيشي ۽ چينيءَ جو سامان، ميوو ۽ ٻيو اهڙو نازڪ سامان ڪوڪن ۽ ٽوڪرن ۾ بند ڪرڻ وقت ان ۾ چئني طرف پلال وجهڻ، ان سامان جي حفاظت ۽ بچاءَ لاءِ اشد ضروري آهي ان ڪري جو هڪ ته ان سامان جي هڪ هنڌان ٻئي هنڌ موڪلڻ مهل انجي ضربجڻ جو انديشو گهٽجي ٿو ۽ ٻيو ته گرمي ۽ سردي جي حرارت بمشڪل پلال مان پـار پئجي سگهي ٿي!- ان کانسواءِ پلال مان نرم چٽايون، سٿنڊل، ڪاغذ، دفتري ۽ ٻيون ڪيتريون شيون ٺاهيون وڃن ٿيون.

**ڏوڏڙ:** ڪيترن هنڌن ڪاٺين جي عيوض ننڍن سارين چڙهڻ جي ڪارخانن، سرن پچائڻ جي بٺن، ٺڪر جي

ٽانون پچائڻ جي ڪورين ۽ گبڙ ناهڻ لاءِ توتڙ پاريا وڃن ٿا. ساريال ملڪن ۾ ٻه جي عيوض مٽيءَ جي گاري ۾ توتڙ ملائي ڪچا گهر راڳيا وڃن ٿا. پلال جي ڪوٽ وقت سارين جي ٻيجارڻ کي "وسنڻ" ڏيڻ لاءِ توتڙ پاريا وڃن ٿا. فلپائين پيٽن ۾ توتڙن کي باه ڏيڻ وقت جيڪا منجهانئن پاڻياڻي رس نڪرندي آهي ان کي دوا طور استعمال ڪيو ويندو آهي. امريڪا جي ساريال صوبن ۾ سڙيل توتڙن کي هڏن جي عيوض کنڊ کي صاف ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

اجا تاءِ ٻه ڪن ملڪن ۾ تجربا ٿي رهيا آهن ته جئن توتڙن کي اجا ٻه ڪنهن بهتر نموني ۾ ڪم آڻي سگهجي.

**چونو يا ڪٽي:** چوني جو رنگ اڇو يا ڳاڙهو ٿئي ٿو. هي جانورن کي کارائڻ لاءِ بهترين قسم جو طاقت بخشيندڙ کاڌو آهي ۽ جانور پڻ هن کي ڏاڍي چاه سان کائين ٿا. هن ۾ پروٽين، سٽي ۽ حياتين "ب" چڱي انداز ۾ موجود آهن. انسانن جي ڪن بيمارين جهڙوڪ "بيري بيري" کي دفع ڪرڻ لاءِ هنجو استعمال مفيد آهي. جپان جا ماڻهو آچار ۽ مربن ۾ چونو استعمال ڪندا آهن. پاڻيءَ ۾ چانور ڌوئي ان چوني واري پاڻي

سان ڪجهه ڏينهن لاڳيتو منهن ڌوئڻ ڪري ڇهري جا
داغ وغيره دور ٿي ويندا آهن ۽ چمڙيءَ جي رنگت کلي
پوندي آهي. هي طريقہ پراڻي وقت مروج هو ۽ اڃا بہ
اهي زالون استعمال ڪنديون آهن جي پائوڊر ۽ ڪريم
وغيره خريدڻ کان محروم آهن.

**چانور:** چوڻي آهي تہ ”جيترا ديس اوترا ويس“ ان
مصداق جيترا ملڪ اوترا چانورن کي استعمال ڪرڻ
جا نمونا. بيمارن کي تہ هر ملڪ جا ڊاڪٽر چانورن جي
رب يا کچڙي استعمال ڪرڻ جو مشوره ڏيندا آهن.
پوڙهن جو تہ چانور جياپو آهن. عام طور چانورن کي
استعمال جو طريقہ آهي رڌي کائڻ، مگر مختلف نمونن سان
رڌڻ جي ڪري چانورن جي رنگ، خوشبوءِ ۽ لذت وغيره
۾ ڪافي ڦيرو اچيو وڃي. رڌڻ جا نمونا آهن: خشڪا
چانور، پت، رب، ڪانجهي، پلاءُ، برياني، زردو يا
چاشني، کيرڻي، فيرني، ماني، تاهري ۽ رسياول (ڪمند
جي رس سان رڌل مٺا چانور) وغيره. اهو تہ ٿيو چانورن
جو چانورن جي ساڳي صورت ۽ شڪل ۾ استعمال، مگر
انسان هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ لڳو تہ چانورن جي

صورت ۽ ذائقه ۾ تبديلي آڻي پوءِ به انهن جو استعمال ڪيو وڃي. انهن ڪوشش جا ڪي نتيجا هيٺ چاڻائجن ٿا.

پيهون. مُرمرا. جوشي چانور. مُرمرن جي ٻُڙدائي وغيره. برما ۾ چانورن جون سنيون ناهيون وڃن ٿيون ۽ ڪيڪن ۾ پڻ استعمال ڪيا وڃن ٿا. چانورن جي پيچي ڪپڙن کي ڪلف لاءِ ڪم آندي وڃي ٿي. منهن کي لڳائڻ واري پائوڊر ۾ پڻ ڪتب اچن ٿا.

ائسيٽون (Acetone). بيئر ۽ سُرڪو چانورن مان ٺاهيو وڃي ٿو. جپان ۾ هڪ هاڪو شراب جنهن کي "ساقي" سڏيندا آهن اهو پڻ خالص چانورن جي پئدايش آهي. هي شراب ڪاشيءَ جي ننڍين صراحين ۾ وڪامندو آهي ۽ نيم گرم حالت ۾ استعمال ڪبو آهي. هن ۾ نشو خير ڪو آهي مگر سندس اثر خوابيده جذبات کي بيدار ڪرڻ جو آهي.

اجزاءِ ترڪيبي ڪرڻ سان چانورن ۾ هيٺ ڏيکاريل جزا موجود آهن :-

| چانور جو قسم | پروٽين | سٽپ | پيچي | ڪئلشم | حياتين جا يونٽ الف | بي۱ | بي۲ | سي | گرمي جا يونٽ ۱۰۰ گرامي ۾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | سيڪڙو | | | | ۱۰۰ گرام چانورن ۾ | | | | |
| ۱. ڪورا | ۸ء۵ | ء۶ | ۷۸ | ء۰۱ | ۴ | ۶۰ | — | — | ۳۷۷ |
| ۲. پالش ٿيل | ۶ء۹ | ء۳ | ۷۹ء۲ | ء۰۱ | — | ۲۰ | — | — | ۳۷۳ |
| ۳. جوشي ڪورا | ۸ء۵ | ء۶ | ۷۷ء۴ | ء۰۱ | ۱۵ | ۹۰ | — | — | ۳۷۵ |
| ۴. ” پالش ٿيل | ۶ء۳ | ء۴ | ۷۹ء۱ | ء۰۱ | — | ۶۰ | — | — | ۳۷۱ |

پاڻي ۱۳ سيڪڙو ۽ رک ء۵ سيڪڙو پڻ چانورن ۾ موجودآهن.

## چانورن جو انسانن جي اقتصادي، ثقافتي ۽ صحت جي حالتن تي اثر :

عام طرح ويچار ڪيو ويندو آهي ته جن فصلن جي پيٽ ۾ ساريال ايراضيءَ وارن ملڪن جي ماڻهن جي اقتصادي حالت درست نه آهي. اها پڻ هڪ حقيقت آهي ته اتي جي

ماڻهن جي رهائش جو طور طريقو پڻ ڪي قدر گهٽ آهي مگر انڪان به ڪير انڪار ڪري نه سگهندو ته اهو ناممڪن آهي جو ڪل ساريال ايراضي قيرائــي ۾ فصلن هيٺ آندي وڃي. جيتوڻيڪ جپان ۾ چانور ۽ ڪڻڪ پئي پوکيا وڃن ٿا مگر جيڪڏهين جپان جي ڪل ايراضي رڳو ڪڻڪ هيٺ آباد ڪجي ته جپاني جيڪر بک مرن. ساڳيون حالتون هر ساريال ملڪ سان سچيون آهن. ضرورت صرف هن ڳالهه جي آهي ته جيتري قدر ٿي سگهي ته هن فصل جي في ايڪڙ پئداوار وڌائجي ته جيئن انهن ماڻهن جي اقتصادي حالت سڌري. انگن اکرن مان ظاهر آهي ته جن ملڪن ۾ چانورن جي ڪاشت ٿئي ٿي انهن ملڪن جي آدمشماري پڻ وڌيل آهي ۽ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته ساريال پوک ۽ آدمشماري لازم ملزم شيون آهن مثلا پاڪستان، هندستان، جپان ۽ چين وغيره.

ساريال پوک ۽ آدمشماريءَ جي واڌ تي جاوا جي هڪ اقتصاديات جي ماهر "وان گيلڊيرين" معلومات حاصل ڪئي، هن ڏٺو ته جاوا جي آدمشماري ٦٦٥ ماڻهو في چورس‌ميل آهي، بيلجيم ٦٣٠ ماڻهو، بنگال ٥٥٨ ماڻهو ۽ جپان ٣٨٨ ماڻهو (مٿين آدمشماري انهن علائقن جي ورتي وئــي هئي جت ماڻهن جو کاڌو صرف چانور آهي

۽ هر هڪ ماڻھوءَ جي پنڃاھن سال ۾ اهي علائقا اٽڪل ٥ من تيار چانور پيدا ڪن ٿا ۽ اها سموري پيدايش اتيئي ختم ٿي وڃي ٿي- انهن علائقن جي هر هڪ ماڻهوءَ پنڃاھن سال ۾ اٽڪل ٢ من چانورن جو کاڌو آهي.

ثقافتي ماهرن جي معلومات مان پتو ٿو پوي ته چانورن ۾ هڪ اهڙي قسم جي پوک آهي جنهن جا آبادگار قدري سست ٿين ٿا ۽ انهن ماڻهن جو روح ۽ جسم پنهنجي اباڻن ڪکن سان حد کان وڌيڪ جڪڙيل ٿو ٿئي. هن جي پيٽ ۾ تورا مثال ليندا جن ۾ ساريال ايراضيءَ جي ماڻهن پنهنجا اباڻا جهوپڙا ڇڏي وڃي ڪو ڏورانهون غير ساريال ملڪ وسايو هوندو- جنهن ملڪ جي ماڻهن جا پيٽن اهڙا مضبوط هوندا انهنکي لازمي طور صلح پسند ٿيڻو پوندو ۽ اگرائي ڪڏهن به نه ڪندا. اباڻن رسمن ۽ رواجن جا هميشه پابند ٿي رهندا. اها پڻ حقيقت آهي ته جت صلح پسند ماڻهو هوندا ات امن امان هوندو ۽ امن امان ۽ آدمشماريءَ ۾ واڌ اهي پڻ لازم ملزوم شيون آهن. جتي هيءَ ڳالهه قابل غور آهي ته ساريال ملڪن جي ماڻهن جو کاڌو عام طور چانورن سان گڏ مڇي آهي. مڇيءَ ۾ فاسفورس چڱي انداز ۾ موجود آهي جو جذبات کي بيدار ڪري ٿو ۽ آدمشماريءَ جي واڌ جو سبب بنجي ٿو.

ساريال ملڪن جا ماڻهو تيستائين صلح پسند رهن ٿا جيستائين اتي جي آدمشماري حد کان وڌيڪ ٿي وڃي ۽ ان ملڪ جي پئدايش ايتري آدمشماريءَ کي منهن نه ڏئي سگهي ۽ اهو پڻ ڏٺو ويو آهي ته انهيءَ حد تي پهچڻ تائين اهي ماڻهو روحاني طرح غير تشدد پسند ٿي وڃن ٿا ۽ انڪري ٻين لڙاڪوقومن جو جلد شڪار ٿين ٿا. اهي لڙاڪو قومون جيئن ته غير ساريال ملڪن جون آهن انڪري اهي ماڻهو ساريال ملڪن تي حڪمراني ڪرڻ پسند ٿا ڪن ۽ ساريال ملڪ جي ماڻهن کي اتان نيڪالي ڏيڻ جي عيوض انهن کي نپوڙڻ شروع ٿا ڪن ۽ ساريال ملڪن جا ماڻهو پنهنجي اباڻن ڪکن مان نيڪالي ملڻ جي ڊپ وچان هر قسم جي غلامي قبول ٿا ڪن. مثال طور اڳوڻو هندوستان ۽ چين، جن فاتحن کي هر نموني جذب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

عام طور اهو رايو آهي ته ساريال ملڪن ۾ مليريا جو مارو تمام گهڻو آهي جو جوسارين جي آباديءَ کي ڪپي پاڻ جام، مگر تجربن اهو ثابت ڪيو آهي ته مڇر سارين جي آباديءَ ۾ بيٺل پاڻيءَ ۾ بلڪل پئدا نه ٿو ٿئي مگر انهن ملڪن ۾ جتي پاڻي ريل ڇيل ڇڏيو وڃي ٿو ۽ گند گي، ڪني پاڻيءَ جا ڍڍا، تلاءَ ۽ پوسل آهي اتي

مڇر جام پئدا ٿيو ٿئي. انڪري اهو چوڻ وڌيڪ درست آهي ته ساريال آبادي مليريا ۾ اضافو ٿي ڪري، باقي "بيري بيري" ۽ "قبضي" اهي بيماريون انهن ملڪن جي ماڻهن جو ڏاج آهي جن کان ڪو به انڪار نه ڪري سگهندو.

**چانورن جي تاريخ:** ڪهڙي وقت کان انسان سارين جي آبادي ۽ چانورن جو استعمال شروع ڪيو سا ڳالهه تاريخ ٻڌائڻ کان قاصر آهي. جهوني ۾ جهوني تواريخ چيني ٻوليءَ جي آهي ان ۾ پڻ چانورن جو ذڪر موجود آهي ان ڪري ڪن ليکڪن جو رايو آهي ته چانورن پهرين چين ۾ جنم ورتو. مگر جيئن ته ايتري پراڻي تواريخ هندوستان، هند چين ۽ ملايا ديسن جي موجود نه آهي انڪري مٿيون رايو درست نٿو ليکيو وڃي. ڪن جو چوڻ آهي ته يورپ ۾ چانورن جو شروعاتي ذڪر انجيل ۾ آيل آهي مگر يورپ ۾ چانور ٨ عيسوي صديءَ ۾ وجود ۾ آيا جڏهن عربن اسپين فتح ڪيو. هندوستان ۾ چانورن جو ذڪر هندن جي اٿرويد ۾ ڪيل آهي (هڪ هزار سال قبل از مسيح) مگر جيئن ته ڏنو ويو آهي ته ان وقت کان به گهڻو اڳ جي هندڪين رسمن ۾ چانور ڪيترن ڌرمي موقعن تي استعمال ڪيا ويندا هوا انڪري چئي سگهجي ٿو ته چانور ان زماني کان به اڳ هندوستان ۾ وجود ۾ آيا.

چانورن متعلق بي شهادت بہ موجود آهي جا هيءَ آهي:-
مختلف ٻوليون تواريخ کان گهڻو اڳ وجود ۾ آيون انڪري ٻولين جي شهادت تواريخي شهادت کان گهڻو جهوني ۽ پروسي جهڙي آهي مگر اها شهادت بہ چانورن جي اصل ۽ شروعاتي وطن ٻڌائڻ کان قاصر آهي- پراڻي چيني ٻوليءَ ۾ زراعت ۽ چانور انهن ٻنهي لاءِ هڪئي لفظ هو جو ڏيکاري ٿو تہ جنهن وقت اها ٻولي وجود ۾ آئي انوقت بہ اتيجي ماڻهن جو کاڌو چانور هو- کاڌو ۽ چانور انهن ٻنهي اکرن لاءِ انيڪ ملڪن جي ٻولين ۾ شروعاتي ساڳيو لفظ هو جو ثابت ٿو ڪري تہ جڏهن پراڻي زماني جا ماڻهو خانہ بدوشيءَ جي زندگيءَ کي ڇڏي هڪ مستقل هنڌ رهڻ جي ڪوشش ۾ هئا انوقت انهن ماڻهن جو کاڌو چانور هو مگر ان وقت رهڻ جي لاءِ مستقل ۽ موزون جاءِ جي گولها جي پٺيان ايتري قدر تہ انهن ماڻهن ۾ لڏ پلاڻ هئي جو ان جو اندازو لڳائڻ تہ چانور پهرين ڪٿي پيدا ٿيا ناممڪن ٿي پيو آهي- بهرحال ائين چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ چانور پهرين ڏکڻ اوير ايشيا ۾ وجود ۾ آيا- ان بعد آريہ قوم جي پکڙجڻ وقت چانور پڻ اتر ايشيا تاءِ وڃي پهتا چو جو "زيند"، "سنسڪرت" ۽ پراچين "فارسي" ۾

چانورن لاءِ ساڳيو لفظ موجود آهي. ان بعد چانور ٻين ملڪن ۾ پهتا.

مختلف کوجنائن جو نتيجو هي آهي ته هر هڪ فصل جي جنس جا اڪيلهه پوکجي ٿي اها شروعات ۾ هڪ جهنگلي جنس ٿي هن جهان ۾ وجود ۾ آئي. موجوده جنسون رفته رفته انسان جي ضرورتن پٽاندڙ انهن جهنگلي جنسن کي سڌارڻ سان هٿ ڪيون ويون. اهو معلوم ٿي سگهيو آهي ته ٻين فصلن جهڙوڪ ڪڻڪ ۽ ڪمند وغيره جون موجوده جنسون ڪيئن وجود ۾ آيون مگر سارين لاءِ اها معلومات هڪ اڳڪتيءَ وانگر آهي مگر اهو يقيني طرح معلوم ٿيو آهي ڏکڻ اوڀر ايشيا، ايشيا هند و پاڪستان، چين ۽ هند چين چانورن جا اصلي وطن آهن ڇو جو انهن ملڪن ۾ چانورن جون گهڻي ۾ گهڻيون ۽ هڪٻئي کان مختلف جنسون موجود آهن. پراچين چيني ڪتاب مان اهو به معلوم ٿيو آهي ته چانور هڪ مذهبي رسمي اناج اٽڪل ٥ هزار ورهيه اڳ موجود هو مگر ان وقت صرف شهنشاه کي اها اجازت هئي ته هو چانور پوکي سگهيو ٿي ۽ ٻيون اناج جون جنسون گهٽ مرتبي وارن اميرن وغيره کي پوکڻ جي اجازت هئي. اهو پڻ ڄاڻايو ويو آهي ته چانور پڻ انهن پنجن حيات

بخش فصلن مان آهن جن تي ملڪ جي زندگي جو دارمدار آهي.

اها پڪ معلومات ڪٿي وٺي آهي ته چانور جاوا ۾ سنه ١٠٨٤ ق.م مؤجود هئا. هند ۽ پاڪستان مان ئي چانور پرشيا، ميسو پوٽيميا ۽ ترڪستان ڏي پکڙيا. يوناني مصنفن مطابق چانور يورپ ۾ ٣٠٠ ورهيه ق.م سڪندر بادشاه هندوستان مان آندا. چانور جپان، فلپائن ۽ پين پئسفڪ ٻيٽن ۾ چين ۽ ڪوريا کان پکڙيا. يورپ ۾ چانورن جي ڪاشت ستين عيسوي صديءَ ۾ ٿي.

امريڪا ۾ چانور شروعاتي سنه ١٤٩٣ ۾ ڪولمبس پنهنجي ٻئي سفر ۾ آندا مگر ات ڪامياب نه ٿيا. مگر وري پيو دفعو سنه ١٦٩٤ ۾ هڪ ڊچ جهاز مڊگاسڪر کان چانور اتي کڻي ويو ۽ ان بعد اهي اتي پوکجڻ لڳا. ان بعد چانور ١٨ صديءَ جي شروعات ۾ ڏکڻ امريڪا ۽ برازيل وغيره ڏي ڪامياب ٿيا.

**آب و هوا ۽ زمين:-** چانور گرم ۽ گهميل ملڪن جو فصل آهي جيئن ته هي ڪومي ڪمر بند جو پوسل وارو پوٽو آهي: جن ملڪن ۾ چانورن جي آباديءَ جي مند ۾ گهٽ ۾ گهٽ درجه حرارت ٧٠ ڊگريون فئرانا هيٽ ۽ وڌ ۾ وڌ ١٠٢ ڊگريون جيتري

گرمي هوندي ات هي فصل ڪاميابيءَ سان پوکي سگهبو. جيڪڏهن انهن ملڪن ۾ پاڻي ڪثرت سان موجود آهي ته ان کان وڌيڪ گرميءَ ۾ به هي فصل ڪامياب ٿئي ٿو. هي فصل ٻوٽي ٻڏڻ وقت تڏ اصل ڪونه ٿو سهي سگهي ۽ مندس شروعاتي واڌ بالڪل روڪجيو وڃي. ڪن نباتات جي ماهرن جي گڏ ڪيل انگ اکرن مان ظاهر آهي ته اسپين ۽ اٽليءَ ۾ سارين جي فصل کي پوکيءَ کان پچڻ تائين ڪل اڌائي هزارن کان چار هزار ڊگريون گرميءَ جون گهرجن ٿيون اهي انگ اکر ڀارت جي مدراس علائقي لاءِ ٥٠٠٧ ڊگرين کان ١٦٨٠٠ ڊگريون آهن. ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سارين فصل جي ڪاميابيءَ جو گهڻي قدر دارو مدار آب و هوا تي آهي. اهو به جاچيو ويو آهي ته جنسن جي دائمي هڪ هنڌ پوکڻ سان اهي جنسون گهڻي قدر پاڻ کي ان ملڪ جي آب و هوا تي هيرائي ٿيون ڇڏين ۽ ان ملڪ ۾ ڪامياب رهن ٿيون مثلا جيڪڏهن ڪن ٻئن ملڪن جهڙوڪ جپان ۽ اٽلي وغيره مان سارين جون جنسون گهرائي هن ملڪ ۾ آزمايون وڃن ته گرميءَ جي واڌ جي ڪري تمام جلد نسري ۽ پچيو راس ٿيو وڃن ان ڪري پيدائش کي ڌڪ ٿو لڳي. ساڳي طرح

جيڪڏ هين اسان جي ملڪ جون جنسون اتي آزمائجن ته جيڪر ٿڌ جي ڪري اهي تمام دير سان پچن ۽ اتي جي لاءِ موزون نه ٿين .

سار يون سمنڊ جي مٿاڇري کان ست هزار فوٽ بلنديءَ تي ته عام جام پوکجن ٿيون ۽ ڪامياب ٿين ٿيون صرف وڏيڪ ٿڌ جي ڪري ١٥ يا ٢٠ ڏينهن دير سان پچن ٿيون .

سارين جي ڪاميابيءَ لاءِ اهو پڻ ضروري آهي ته ٻج مان ڦٽڻ يعني مورجڻ وقت ۽ نسرڻ (گل ڪڍڻ) وقت ڏينهن راتين کان وڌا هجڻ گهرجن ڇو جو ٻين گهڻن فصلن جي ڀيٽ ۾ سارين کي روشني ۽ اس جام کپي - لڳا تار جهڙ هن فصل لاءِ خراب آهي .

هوا جي آهسته آهسته چر پر هن فصل لاءِ ضروري آهي مگر تيز هوائون ۽ طوفان ٻين فصلن وانگر سارين لاءِ پڻ نقصانڪار آهن .

**گهم** :- جتي سارين جي لاءِ ريج جو پاڻي جام آهي اتي هوا جو خشڪ يا گهميل هئڻ ڪو خاص فرق نٿو رکي مگر جتي هي فصل صرف باراني ڪري پوکيو ٿو وڃي ات هوا جو خشڪ هجڻ سارين لاءِ نقصانڪار آهي .

**پاڻي** :- سارين جي فصل لاءِ هن اهم ترين جز

جي وضاحت ڪرڻ بيسود آهي ڇو جو هر ڪنهن کي معلوم آهي ته سارين جو فصل معنيٰ جام پاڻي. صرف اهو لکڻ ضروري آهي ته سارين جي فصل کي پوکيءَ کان پچڻ تائين ٧٠ کان ٨٠ ايڪڙ انچ پاڻيءَ جا گهرجن هن جيترو پاڻي شايد ٻي ڪنهن اناج جي فصل کي گهربو هوندو.

**زمين:** هن فصل لاءِ ڪا به خاص زمين نه گهرجي- جيڪڏهين آب و هوا ۽ پاڻي درست آهن ته پوءِ هر ڪنهن قسم جي زمين هن فصل لاءِ موزون ٿي سگهي ٿي- ڪلر واري زمين جنهن ۾ ٻيو ڪو به فصل شايد ئي ڪامياب ٿي سگهي اتي به سارين پنهنجو ڏاڪو ڄمايو ڇڏين ۽ ٿن چئن سالن جي ساندھ سارين آباديءَ جي ڪري اهي زمينون سڌريو وڃن ۽ منجهائن ڪلر غائب ٿيو وڃي- سارين جون مختلف جنسون مختلف انداز ۾ ڪلر واري زمين ۾ ڪامياب ٿين ٿيون جنجو بيان هن کان پوءِ ڪيو ويندو- "جريب خرار" يا وڌ پئدايش لاءِ ٻين ضرورتن سان گڏ زمين اهڙي هجڻ گهرجي جنهنجي مٿئين سطح تي لٽاشي مٽي هجي ۽ هيٺ چيڪي مٽي هجي ته جيئن مٿئين سطح ۾ سارين جو ٻوٽو پنهنجون پاڙون وڌائي ڪاڏو حاصل ڪري سگهي ۽ چيڪي مٽي پاڻيءَ کي جذب ٿيڻ کان روڪي- رواجي طرح ٤٠ سيڪڙو چيڪي مٽي ۽ ٦٠ سيڪڙو لٽاشي مٽي واري زمين هن فصل لاءِ بهترين زمين آهي.

**زمين جو تيار ڪرڻ:** سارين جو فصل لهڻ بعد جيئن ئي زمين هر ڪاهڻ جهڙي ٿئي ته هڪدم پسڪيءَ جا هر لوهي ڪنر (ميسٽن) هر سان ڏجن ان بعد پٿر ۽ ڪڙا چڱي طرح ڀڃجن ۽ گاهه گند لاهه ۽ جهنگ وڏي زمين مان ڪڍي ڇڏجن - پوءِ ٣-۴ ڀيا ٻه هر زمين کي ڏجن ۽ هر هڪ هر ڪاٻوءِ ڪڙا ڀڃجن - بهتر ته ائين آهي ته زمين کي ڪيٽون هٽي زمين کي سنئون سڌو هڪ سَرو پڙ ڪجي ته جيئن پاڻي ٻارن ۾ هڪ جيترو بهي - جيڪڏهين زمين هڪ سَري آهي ته پوءِ اڌ ايڪڙ جا ٻارا ڏاهجن ۽ ان ۾ ٻنا ۽ ناليون اهڙي نموني ڪڍجن جو هر هڪ ٻاري کي جدا پاڻي ڏئي سگهجي.



ان نموني زمين تيار ڪرڻ جي ڪري هينيان فائدا آهن:

(الف) زمين ڪُلي ٿي- هيٺيون تـه مٿي ٿـو اچي ۽ ڳچ وقت تائين اس ۽ هوا چٽي ٿو- فصل جي سارين جا جيت جيٺا ۽ گاه گند جا ٻج وغيره سڀ سڪي سڙي ۽ سري وڃن ٿا- انڪري زمين طاقتور ۽ بيماريءَ کان آزاد رهي ٿو.

(ب) زمين جو هرهڪ انچ آباديءَ هيٺ اچي ٿو وڃي.

(ت) روسبي بعد پوکن جي شروعاتي واڌ تمام سٺي ۽ تڪڙي ٿئي ٿي.

(ث) بارن ۾ پاڻي هڪ ڪرو بهي ٿو ۽ رائگان نه ٿو وڃي- انڪري پاڻيءَ جي بچت ٿئي ٿي.

انهن مٿين هدايتن تي عمل ڪرڻ سان هر هڪ ايڪڙ اٽڪل ٢-٣ مڻ وڌيڪ پئداپش ڏيندو.

گهڻن ٻاهرين ملڪن ۾ زمين تي ايتري قدر ته محنت ڪئي ٿي وڃي ۽ ايتري انداز ۾ ته ڀاڻ پتر استعمال ڪيو وڃي ٿو جو اتي جي پئداپش جا انگ اکر پڙهيو ڏندين آڱريون اچيو وڃن- ان جي ڀيٽ ۾ اسانجي ملڪ جي سارپال آباد گارن جو عام طريقو هيٺ بيان ڪجي ٿو:

(١) زمين ۾ هيٺ مٿاهيون ايتريون ته هونديون جو هر هڪ ويسي يا اڌ ويسي کان پوءِ هڪ ٻنو نظر ايندو جو پٽ چرندڙ نانگ جي ليڪي تي ڦهر مثل وڙ وکڙ هوندو ۽ پڇا تي معلوم ٿيندو ته موجوده هاريءَ جي ٻه ابن ڏاڏن ۽ ڏاهن هارين جو اهو سياڻپ جو قدم هو جن کي ان زمين جي چپي چپي جي سڃاڻپ هئي ۽ انهن دور انديشي ڪري زمين جو لاه ۽ چاڙه ڏسي اهو ٻنو ات لڳايو هو ته جيئن ات پاڻي بيهي سگهي - افسوس ته ان بعد هرڪنهن هاريءَ ان ٻني تي آلسي سٽيءَ جو هر منڊ ۾ هڪ وڏيڪ ليو اڇاي ڇڏيو ته اهو ٻنو مضبوط ٿئي مگر ڪنهن کان به اها محنت نه ٿي جو ان اڌ ويسي جي ڪجهه مٽي کڻي هيٺاهينءَ ۾ اڇلي وجهي ته هڪ طرف زمين به سنئين ٿي پوي ۽ ٻني نڪرڻ بعد ان جاءِ تي آبادي به ٿي سگهي ته هوند سير ٻه ان جو وڌيڪ به ملي پوي.

(٢) جيڪڏهين ڪنهن ٻاري ۾ ڪا ڏب يا دڙي هوندي ته هرن ڏيئ وارو همراه به ان کان پاسو ڪري ويندو مگر ڪنهن کان به اها ڪانه پڄندي ته ان دڙيءَ کي سنواري زمين سان هڪجهڙو ڪري ڇڏي ته اهو ٽڪر به جيڪر آباد ٿي پوي.

(٣) ربيع جي ناليءَ جو به اهو حال جو ٻاري کي پاڻي ملي ۽ جيڪڏهين پڇاڙيءَ واري ٻاري کي تکو اچي وڃي ته سموري ٻنيءَ جو پاڻي ٻاهر رستا پيو ٻوڙيندو ۽ کامان پيو پريندو مگر فصل پيو سڪندو. هاريءَ جي اهائي دانهن ته هيل پاڻي ڏک ڪڍي ويو ۽ فصل سٺو نه ٿيو. هر طرف بد دعائن جا ڍنڍار انجنيري کاتي جي مٿان.

(٤) فصل ٺهڻي ٿيو ته آس پاس جا ميلا ملا ڪرڻا به شروع ٿيا. همراهن کي ڏوڪڙ مليا ته هل ميڙي ٿي. جيڪڏهن کيسن خالي ٿيڻ ۾ ڪا ڪسر رهجي وئي ته پيرن فقيرن جون سکائون ۽ باسون شروع ٿيون. هيڏانهن رقم ٿي پوري هوڏانهن زمين ٿوٽ ٿي سگهيءَ جي هرن کان چڙهي وئي. خيال آين ته پرواه نه آهي جيڪڏهن ٻنيءَ کان وياسون ته پوءِ به ربيع اچڻ کانپوءِ "داڻ" ته ڪانه وينديءَ ڪم رونبي سان سو اوس ڪنداسون پوءِ کٽن ياڳ، جيڪي ڪٽا قسمت ۾ هوندا اهي هر حالت ۾ مولا ڏياريندو. ڏسندي وائسيندي سوچيندي سمجهندي اهو خيال ڪنهن به نه ڪيو ته داڻ معنيٰ اڌو اڌ پيدائش چٽ!

پر جيڪڏهين سگهيءَ جا هر ڏنائون ته ته چڻ ته
زمين تي ليڪا ڪڍي ويا، سي ته ٻه ٻه بالشون هڪ ٻئي
کان اور پري. جيڪڏهن ان طرح سان ٻه هر ڏنائون



ته سمجهيائون ته ڪيپ ڪٽيائون ۽ سمجهڻ لڳا ته واه پيلي
هيل ته هرن سان زمين رکو پنجو تي وئي آهي ۽ هن
دفعي ته جي "جريب خرار" نه مليو ته پوءِ چئبو ته زمين
۾ مڙئي ڪو خرابو آهي ۽ وڌيڪ محنت ڪرڻ يا نه
ڪرڻ هڪ سمان آهي.

ڪنهن ته اهو خيال نه ڪيو ته هڪ ته اسان وٽ
پاڻ ندارد پيو جيڪڏهين سگهيءَ جا هر ته پوريءَ طرح

نہ ڏناسون تہ آخر زمين ڪو قارون جو خزانو تہ نہ آهي جو
هر هميشه بنان محنت جي پيٽي فصل کي کاڌ خوراڪ
پهچائيندي ۔

مٿي ڏيکاريل حالتن هيٺ اسانجي ملڪ جي في
ايڪڙ جي پئداوار ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ توري ۾
توري آهي۔

**ڀاڻ :** عام طرح ڏٺو ويو آهي تہ اسانجي ملڪ جي
ساريال زمين کي نہ ساهي ڏني اٿي وڃي ٿي نہ ڪو
منجهس ڀاڻ وڌو ٿو وڃي۔ اهاتہ هر ڪنهن کي خبر آهي
تہ ڪوبہ فصل جڏهين زمين تي پوکجي ٿو تہ اهو مختلف
کاڌي جا جزا زمين مان کڻي پنهنجي واڌ لاءِ ڪتب
ٿو آڻي ۽ انڪري هي جزا زمين مان کڻن ٿا۔ ساريون
پوکڻ کان وٺي تيار ٿيڻ تاءِ هيٺ ڏيکاريل جزا زمين
پنهنجي ڪتب آڻين ٿيون ۔

(١) نائٽروجن ٥٤ پائونڊ في ايڪڙ (٢) پوٽاش
٦٣ پائونڊ في ايڪڙ (٣) فاسفورڪ ائسڊ ٢٣ پائونڊ
في ايڪڙ۔

خوش قسمتيءَ سان هن ملڪ جي زمين ۾ ٻيون سڀ
شيون ڪافي انداز ۾ موجود آهن ليڪن صرف نائٽروجن
جي ڪمي آهي۔ جيڪڏهن اسان ڪوشش ڪري چگيءَ

طرح زمين سان محبت ڪريون ۽ پورو انداز نائٽروجن جو ڀاڻ جي وسيلي زمين ۾ واپس وجهون ته پوءِ ڪو به سبب نه آهي جو اسان جا فصل دنيا جي پيٽ ۾ پيدايش گهٽ ڏين - نائٽروجن مختلف ڀاڻن جي ذريعي اسان زمين کي واپس پهچائي سگهون ٿا.

(١) وٿاڻ جو ڀاڻ : هن ۾ هيٺيان جزا مؤجود آهن.

(١) نائٽروجن ١ سيڪڙو (٢) پوٽاس ¾ سيڪڙو (٣) فاسفورڪ ائسڊ ٢ سيڪڙو. منجهس ٻيا به ڪي اهڙا جزا مؤجود آهن جي زمين کي هر نموني ۾ سڌارين ٿا هن ڀاڻ جون چاليهه کن گاڏيون في ايڪڙ ٽن سالن لاءِ ڪافي آهن.

(٢) ولائتي اچو ڀاڻ : هن ۾ ٢١ سيڪڙو نائٽروجن موجود آهي ۽ جنهن فصل کي هي ڏجي ٿو ان کي ڪافي طاقت بخشي ٿو ۽ پيدائش وڌائي ٿو- فصل کي مضبوط، طاقتور ۽ گهاٽا ٻوٽا هڻڻ ۾ مدد ٿو ڪري- زمين ۾ نائٽروجن جي کوٽ جو پورائو ٿو ڪري ١٠٠ پائونڊ في ايڪڙ هن ڀاڻ جا روسبي ٽيڻ کان ٥ ڏينهن پوءِ ڪافي آهن:

(٣) رڍون ۽ ٻڪريون زمين تي ترسائڻ :- (Sheep Folding) رڍن ۽ ٻڪرين جا ڌڻ فصل لهڻ کانپوءِ زمين

جي هڪ ٽڪر ۾ چرڻ لاءِ ڇڏيا وڃن ٿا ۽ رات جو به انهن کي ات ترسايو وڃي ٿو. ان طرح جدا جدا ٽڪرن



۾ به ٿي ٿي ڏينهن انهن جانورن کي ڦيرايو وڃي ٿو. انهن جانورن جون ڦولڙيون ۽ مٽانگهو زمين لاءِ بلڪل مفيد آهن.

(٤) نائٽروجن پهچائيندڙ فصل پوکڻ (سائو پاڻ):- سڻي، گوار، برسيم وغيره پوکي، گلن ٿي ورڻ وقت انهن کي وڏي زمين ۾ پوري ڇڏڻ سان زمين کي ڪافي طاقت ملي ٿي. انهيءَ طرح ساريال زمين ۾ چٽا ۽ مٽر ٻوباري فصل ڪري پوکڻ سان به زمين کي ڪجهه

سندس ضايع ٿيل طاقت واپس ملي ٿي. اندازو لڳايو ويو آهي تہ هن ذريعي زمين کي سوا سيڪڙو نائٽروجن ملي ٿي.

مٿي اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ زمين مان سٺو فصل حاصل ڪرڻ لاءِ اهو اشد ضروري آهي تہ اسان بہ زمين کي ڪجهہ طاقت واپس پهچايون.

عام طرح اسان جي ساريال زمينن ۾ صرف ڪن ڪن ٽڪرن ۾ نمبر ٣ ۽ ٣ طريقہ استعمال ڪيا ويندا آهن مگر سنڌ جي لاڙ طرف ۽ ٺٽہ ضلع ۾ مولا مدد. اجا تائين بہ ساريال زمينن ۾ اسانجي ملڪ ۾ ولائتي پاڻ ڪان اسان جا پاٺرائين ٿا پڇن جيئن ڪافر ڪلمہ ڪان. بنا آزمائش جي، ولائتي پاڻ ۽ پنهنجي زمينن جي خامين جا قصہ ڪولي ويهي رهندا. پڇبن تہ ادا تو بہ ڪو آزمايو آهي تہ جواب ملندو تہ طالب مونکي ٻڌايو، طالب کي ڳولي هٿ ڪبو تہ موسي ماڻس ڳالهہ ڪئي. موسي سان خميسي ۽ خميسي سان ڪرڙ. اورچ تي ڳولڻ سان پتو پوندو تہ اهي رڳو سن گهڙت ڳالهيون آهن ورنہ آزمايو ڪنهن بہ ڪونهي.

ان جي پيٺ ۾ ٻاهرين ملڪن ۾ بي انداز ولائتي پاڻ سارين ۾ ڪتب آئين ٿا. جپان ۾، جتي جي في ايڪڙ پيدائش وڌ ۾ وڌ آهي اتي مڇيءَ جو پاڻ، امونيم سلفيت،

چونو، امونيم ڪلورائيڊ، يوريا ۽ ڪرفتيءَ ذريعي ٩٧
پائونڊ نائٽروجن هر هڪ ساريال ايڪڙ کي پهچائي وجي
ٿي. ڪئلشم سپر فاسفيٽ ۽ پيا فاسفورڪ ائسڊ پهچائڻ
وارا پاڻ استعمال ڪري ٨٦ پائونڊ فاسفورڪ ائسڊ هر
ايڪڙ کي پهچائي وجي ٿي ۽ ڪاٺ ۽ گاهه جي رک؛
پوٽيشم سلفيٽ، پوٽيشم ڪلورائيڊ ذريع ٨٣ پائونڊ
پوٽاش في ايڪڙ زمين ۾ وڌي وجي ٿي. ان سان گڏوگڏ
بي انتها محنت زمين سان ڪئي وجي ٿي. ڏنو ويو آهي
ته خاندان جو ننڍو وڏو فرد، زال ۽ مرد، ٻار ۽ ٻچو سمورو
وقت زمين سان هٿ گنڊيو لڳو پيو آهي. هر فرد زمين
مان اپريل هر هڪ سلي کي نندي ٻار وانگر ٿو تاتي ۽
نپائي. ان جو نتيجو آهي بي انداز پئدايش ڪڻ.

**جنسون:-** سارين جون جنسون ايتريون ته گهڻيون
آهن جو دنيا ۾ پئدا ٿيندڙ ڪنهن به فصل جون ايتريون
جنسون ڪونهن ۽ گمان آهي ته دنيا جي سيني اناجي
فصلن جي جنسن کي ملائبو ته به سارين جي جنسن جو
انداز انهن کان ڪثر ڪٿي ويندو. جاوا، هند، چين
۽ جپان ۾ ڪم از ڪم هزار هزار جنسون موجود آهن.
فلپائن ٻيٽن ۾ ٣٥٠٠ جنسن کي نالا ڏنل آهن. پاڪستان
۽ هندستان ۾ اٺ هزار جنسون موجود آهن. ان طرح ٻين

ساريال ملڪن ۾ ٻه هزارن جي تعداد ۾ جنسون موجود آهن.

جيڪڏهين انهن مختلف جنسن ۽ سندن خاصيتن جو بيان ڪجي ته هڪ چڱو پستڪ ٺهجي پوي انڪري هت صرف پاڪستان جي ڪن عام طرح مروج جنسن جي نالن ۽ سنڌ ۾ آباد ٿيندڙ جنسن جي بيان تي اڪتفا ڪجي.

(١) **مشرقي پاڪستان:-** (آس فصل) مٿاهين زمين لاءِ ڪنڪ تارا، سورج مکي، چنوڪ، پکي، آٿلا ٿ، پان پيڙا، ڏاريل، ڪماري، پسور، پوشپائي، دلر، مارچ بيٽي، هاشيڪامي، هارنمودا، ڏلشائيٽا ۽ شلشائيٽا. هيٺاهين زمين لاءِ پٽاخالي.

(امان فصل) مٿاهين زمين لاءِ اندراشيل، ڏيپي، دوشار، تلڪ ڪچري، ڍنڊ خاني، جيسوبالم، هاٿي شيل، جهنگ شيل، لٽي شيل، بلواسٽڪ، دائود اِن، چرتاج، نظرشيل ناگرا ٻاشا ماٽڪ، پٽنائي، بادشاه ڀوڳ، چنگري، گلوئشي، ڪيرائي جالي، ٻشفل، بادڪلام ڪٽي، روپ شيل، راج شيل، ا×پ ٣٨٧، ل×ڊ ٢٤١، ج×ل ٢٧٧، ل×ڊ ٢٦٦. هيٺاهين زمين لاءِ ٻائش بيش، گبورا، مل پنگر، ڪابيا ٻاگدر، گوڊالاڪي ۽ ڍلا امان.

(بو رو فصل) ٽپا، ڪانيا بورو، ٻاجوري، پاشو شيل، امان× بورو، بورو× بورو.

(٢) **مغربي پاڪستان.** (i) پنجاب:- (ميداني زمين) جهونا ٣٤٩، ملهر ٣٤٦، سنڙيا ٢٧٨، پالمن سفيد ٢٤٦، مشڪن ١٤١، مشڪن ٧، باسمتي ٣٧٠.

(ٽڪرائو زمين) رمجاوين ١٠٠، ڦواپٽا ٧٢، لالنا ڪندا ١٤١.

(ii) فرنٽيئر:- باسمتي، جهونا، ڪامود، ٻڙا.

(iii) بلوچستان:- (ميداني زمين) ڪنگڻي ٢٧، جهونا، ججئي، بنگالو، باسمتي ۽ مشڪن (متاهين زمين) ڪنگڻي، جهونا.

(iv) بهاولپور:- سنڙيا، جهونا، مهلر، باسمتي، ٻڙا، سفيدا، هنسراج، ۽ پالمن. ازانسواءِ سنڌ ۽ پنجاب جون جنسون پوکيون وڃن ٿيون.

(v) خيرپور:- پنجاب ۽ سنڌ جون جنسون.

(vi) سنڌ:-

(الف) **اتر سنڌ:-** ڪنگڻي، سلور جبلي، ڪنگڻي تورڙه، ٻڙانگ، بنگالو، ججئي، سدا گلاب ۽ سونهري.

(ب) **لاڙ** گنجا، نيو ٽائيپ واءِ، ڪارائي گنجا، موتيا، سنڙيا، چاليهڙو، ڪامبرو، رتڙيا ۽ ڪنگڻي.

(ت) **نارو:-** سنڙيا، گنجا ۽ رتڙيا.

# سنڌ جي جنسن جو بيان

**ڪنگڻي**:- زراعتي کاتي طرفان هيءَ سڌريل جنس سروج ڪئي وئي آهي جا ديسي ڪنگڻيءَ کان پئدائش ۲۰ سيڪڙو وڌيڪ ڏئي ٿي ۽ منجهس ڳاڙهي چانور جو ميلاپ تمام گهٽ آهي.

هي جنس سادي ۽ کهري ڪري ليکي وڃي ٿي. سنڌس چانور اڇو آهي. ٿوري پاڻي تي جلد پچندڙ ۽ ڪافي پئدائش ڏيندڙ آهي. مٿاهين زمينن لاءِ مفيد آهي. ڪنگڻي چانورن جو اگهه گهٽ هجڻ جي ڪري غريب عالم هن کي عام جام ڪم آڻي ٿو. ڪنگڻي چانور واپاري سگهڙائي ۽ ٻين سٺين جنسن ۾ ملائي وڌيڪ اگهه تي نيڪال ڪري پنهن جي ايمانداري جو ثبوت ڏيندا آهن ڇو جو هي جنس انهن جنسن سان آسانيءَ سان ملي وڃي ٿي.

هن جي چانور جي هڪ خاص سڃاڻپ هيءَ آهي ته هن جا ٻئي ڇيڙا ٿلها ٿين ٿا ۽ چانور هٿ سان پچڻ سان پيگل حصه تي هڪ اڇو پائوڊر نظر ايندو جو سٺين جنسن ۾ موجود نه آهي ۽ انهن جا ٻئي ڇيڙا سنها ٿا ٿين. هن جنس جو چانور رڌڻ بعد ٿڌي ٿلهو ٿي ٿو پوي ۽ ڪيتري به گهه وجهڻ بعد داڻا هڪ ٻئي سان چنبڙي ٿا پون ۽ پت ٿيو پوي. هنن چانورن جو اٽو به استعمال ڪيو ويندو آهي.

هيءَ جنس اصل اتر جي آهي مگر زرعي کاتہ جي
ڪوشش سان ١٩٤٠ کان پوءِ لاڙ ۾ بہ مروج ڪئي وئي
۽ هاڻ هن پاڻ چڱو موکيو آهي.

**سلور جبلي:-** هيءَ بہ ڪنگڻيءَ جو هڪ سڌريل
جنس آهي جا پڻ زرعي کاتہ جي طرفان پيدا ڪئي وئي
آهي ۽ پيدائش ڪنگڻيءَ کان وڌيڪ ڏئي ٿي- هن جنس
جو توتڙ پيلو سونهري آهي ۽ چانور اڇو آهي- لاباري
۾ ڪجهہ دير پوڻ ڪري هن جو فصل ڪري پوي ٿو
انڪري منجهس چاڻ ٿو ٿئي. هن جو چانور ڪنگڻي چانور
کان ڪي قدر سنهو ٿئي ٿو ۽ سڳداسي جنسن سان ملي
وڃي ٿو ۽ بالڪل فرق محسوس نٿو ٿئي- چانور پچي
ڏسڻ وارو رستو ڪي قدر ڪامياب ٿو ٿئي.

**ڪنگڻي ڏوڙہ:-** هي بہ زرعي کاتہ طرفان
ڪنگڻي جو هڪ سڌريل نمونو پيش ڪيو ويو آهي
منجهس هن کان سواءِ ڪابہ بي خصلت ڪانهي تہ هيءَ
جنس گهٽي ڪلر واري زمين ۾ بہ سٺي ٿي ٿئي.

**ڪنگڻي ٢٧٤:** زرعي کاتہ طرفان هي بہ هڪ
ڪنگڻيءَ جو سڌريل نمونو پيش ڪيو ويو آهي- خاصيت
هي آهي تہ هيٺاهين زمين ۽ گهٽي پاڻيءَ ۾ بہ هيءَ
جنس تمام سٺي پيدائش ڏئي ٿي- آزمائشي پلاٽن ذريعي

ڏنو ويو آهي ته لاڙ ۾ پڻ ڏاڍي سٺي پئداٿش ڏئي ٿي ۽
موتين واري زمين ۾ پوکي سگهجيٿي.

## ججئي، بنگالو، پڙانگ، سداگلاب ۽ سونهري:

هي سڀ اتر جون سگداسي اوچيون جنسون آهن. هنن
جو چانور اڇو، چمڪدار، سنهو ۽ خوشبودار ٿئي ٿو.
هنن جنسن ۾ پهريون نمبر ججئي آهن جن کي سنڌي
سگداسي ڪري پڻ ڪوٺيو ويندو آهي. سگداسي جنسون
دير سان پچندڙ آهن. تمام نازڪ فصل آهي ۽ لاڙڪاڻي
ضلع جي آب و هوا هنن لاءِ تمام موافق آهي ۽ پين هنڌن
خاص ڪري لاڙ ۾ هنن جنسن ۾ ڪانه ڪا گهٽتائي
اپريو پوي ۽ منجهس ٻيگ تمام گهٽو ٿيو پوي. انهن مان
صرف هڪ بنگالو جنس اهڙي آهي جا پين ساريال ضلعن
۾ به ڪجهه سڙسي ڪري ٿي ڇو جو هوءَ پين جنسن کان
ڪجهه مضبوط آهي.

**گنجا:** هيءَ جنس سادي ۽ کهري آهي. هن جو
چانور ٻاڙهو ٿو ٿئي. ٿوري پاڻيءَ تي جلد پچندڙ
آهي. انڪري مٺاهين زمينن تي لاڙ ۽ ناري ڊويزن
۾ گهڻي قدر پوکي وڃي ٿي. هن جو چانور ٿلهو ۽
ڪنگڻيءَ وانگر اٽيو آهي ۽ رڌڻ کانپوءِ پيٽ ٿيو پوي.

انڪري هتي پڻ اتي جي صورت ۾ استعمال ٿيندو آهي.

**موتيا:** جنس سادي. چانور ڳاڙهو ۽ لذيذ. بيمارن لاءِ کچڙيءَ جي صورت ۾ استعمال ٿيندڙ. قبض ڪشا. جلد هضم ٿيندڙ ۽ قوت بخش. هيٺاهين زمينن ۾ پوکجي ٿي، پاڻيءَ جي ضرورت گهٽي اٿس. گنجن کان ويه ڏينهن کن دير سان پچندڙ. افسوس جو هيءَ جنس صاف طرح ملڻ مشڪل ٿي پئي آهي چو جو اڳڪلهه گنجن ۽ موتين جو اگهه ساگيو هجڻ ڪري پئي جنسون انجٽين تي ملايو ڇڏين ۽ صاف جنس زميندار صرف ٻج يا کائڻ لاءِ رکن ٿا.

**ڪارائي گنجا:** هيءَ به هڪ گنجن جي جنس آهي جا زياده ڪلر ۽ کاري زمين ۾ پوکي وڃي ٿي.

**نيو ٽائيپ واءِ:** هيءَ به گنجن جي هڪ سڌريل جنس ٺٽه ضلع ۾ زراعتي کاتہ طرفان مروج ڪئي وئي جا هاڻ گنجن سان ملي دڪ ٿي وئي آهي. خاصيت گنجن کان پيدايش ١٠ سيڪڙو وڌيڪ اٿس.

**سڳڙيا، چاليهڙو ۽ ڪامورو:** هي تمام هلڪيون ۽ کهريون جنسون آهن جي رفتہ رفتہ کهٽبيون ٿيون وڃن. متاهين ڪلراٺين زمينن ۾ پوکبيون آهن ۽ تمام ٿوري پاڻي تي بالڪل جلد يعني ٻن مهنن ۾ پچندڙ. پئداڻش ۾ گهٽ ۽ اگهه به ڪريل اٿن.

**رڱڙيا** :- لاڙ ۾ ٿارا ڊوڙن ۾ هيءَ ٻيءَ نمبر جنس آهي- ڇانور اڇو ۽ لذيذ ٿوٿو ڪاڙهاڻ ڏي مائل - ڇانور رڌڻ کان پوءِ وٿڻ ۽ ٻيهڪ ۾ سوچارو آهي مگر منجهس خوشبوءِ ڪانهي- سنڌ ۾ واپارين وٽ ڪوروا هي ڇانور ڪري ڪوٺيا ٿا وڃن . هيٺاهين زمينن ۾ ڏير سان پچندڙ جنس آهي . اتر جي سگداسي جنسن جي مقابلي ۾ هيءَ تمام مضبوط جنس آهي ۽ ٿڌي، ٿتي، سوڪ ۽ ٻوڏ ۾ پڻ ۽ قدرتي آب و هوا جي ڦير گهير کي سڙهيءَ سان منهن ڏئي سگهي ٿي -

هتي اهو ڄاڻڻ ضروري آهي ته اتر جون سڀ سگداسي جنسون ۽ پڻ صوبي جون سٺيون جنسون جهڙوڪ ججٿي ٢٠٢، پالمن، سفيدا، مشڪان ۽ جهونا وغيره به لڳ ڀڳ ڪوني تعلقي ۾ آزمايون ويون مگر انهن لاڙ ۾ ڪوبه ڄاڻڻ جوڳو ڪم نه ڪيو- قدرتي طور لاڙ جي آب و هوا اهڙي آهي جو اهي جنسون اتي پيدائش بالڪل گهٽ ٿيون ڏين ۽ پچڻ کان اڳ ڪريو پون، انڪري ان خراب ٿيو وڃي ۽ ڇڻيو وڃي . سوڪ ۽ ٻوڏ سهي نٿيون سگهن ۽ جڙ ه مهل ڇانورن ۾ پڳ به بي انداز ٿو ٿئي ۽ رڳو اڌ ڙ ۽ ڏارو ٿيو پوي- سگداسي ڇانورن ۾ رڳو بنگالو اهڙي جنس آهي جا پڻ ڳالهين کي منهن ڏيو وڃي مگر

سوڪ جهلڻ جي منجهس همت ڪانهي لاڙ جا ڪي زميندار ٿورا تڪر بنگالي هيٺ پوکيندا آهن مگر جيئن ته آس پاس رڳو ڳاڙها چانور آهن ۽ ريج ڪندڙ ين ذريعي تو ٿئي انڪري هن جنس ۾ به ڳاڙهي چانور جو ميلاپ ٿيو وڃي. سوڪ ۽ ٻوڏ جا لاڙ ملڪ جو اجان تاءِ به ڏاج آهي انهيءَ ٻـ هن جنس جـي واڌ ڪي روڪيو آهي.

## ٻج پوکڻ جو وقت ۽ ٻج جو انداز:

هن ڪان اڳ ٻڌايو ويو آهي ته سارين ڪوسي ڪمربند جو فصل آهي ۽ اتيئي ڪامياب ٿين ٿيون جتي درجه حرارت گهٽ ۾ گهٽ ٧٠ ڊگريون فئرينائيٽ ۽ وڌ ۾ وڌ ١١٠ ڊگريون فئرينائيٽ هوندي. ساريال ملڪن جي ڪنهن به مند ۾ جيڪڏهين اها حرارت رهندي ته اها مند سارين جي پوکڻ جي ڪوٺي سگهبي. انڪري ئي مشرقي پاڪستان ۾ جتـي مٿي ڄاڻايل درجه حرارت سارو سال رهي ٿي اتي سال ۾ ٣ فصل سارين جا ڪنيا وڃن ٿا ۽ ڪن ٻين ملڪن ۾ سال ۾ ٻـ فصل ڪنيا ويندا آهن.

پاڪستان ۾ سارين جي پوکڻ، روميي ۽ لاباري جا وقت هيٺ ڄاڻائجن ٿا. لاباري جي وقت جو گهڻو دارومدار جنسن تي آهي ڇو جو ڪي جنسون آڳاٽو پچندڙ آهن ۽ ڪي پاڇاٽيون آهن :-

| صوبو | | ڇٽ | ٻج جو انداز | روپو | ٻج جو انداز | لابارو |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ۱ مشرقي بنگال | "آس" ياسرءَ جو فصل | مارچ | ۳۰ سير | اپريل- جون | ۱۰-۱۵ سير | جولاءِ-سيپٽمبر |
| | "امان ياسياري جو فصل | فبروري-اپريل | ۲۵-۳۰ سير | جولاءِ-سيپٽمبر | ” | نومبر-جنوري |
| | "بورو" يا اونهاري جو فصل | جولاءِ-آگسٽ | ۳۰-۳۵ سير | نومبر-ڊسمبر | ” | مارچ- مئي |
| ۲- پنجاب | | مئي جون | ۱۰-۱۵ سير | جون-آگسٽ | ۲½-۶ سير | سيپٽمبر- نومبر |
| ۳- سنڌ | | اپريل- جون | ۴۰ سير | مئي- آگسٽ | ۲۰-۲۰ سير | آڪٽوبر-نومبر |
| ۴- سرحد | | مئي جون | ۳۰ سير | جولاءِ-آگسٽ | ۶ سير | سيپٽمبر- نومبر |
| ۵- بلوچستان | | ” | ۴۰ سير | جون- جولاءِ | ۲۰ سير | آڪٽوبر-نومبر |
| ۶- بهاولپور | | ” | ۱۵ سير | جون-آگسٽ | ۳-۶ سير | سيپٽمبر- نومبر |
| ۷- خيرپور | | ” | ۲۰-۲۵ سير | جولاءِ-آگسٽ | ۱۰ سير | آڪٽوبر |

**ٻج جو چونڊڻ ۽ پوکڻ لاءِ :** زراعتي پيشه ورن لاءِ وڏي ۾ وڏي اهميت واري ڳالهه آهي سٺو ٻج هٿ ڪرڻ جو جو اهائي چونڊ ڪيس اڳوات پڌائيندي ته سندس فصل ڪهڙو ٿيندو. آبادگار آب و هوا کي تبديل ڪرڻ کان قاصر آهي، سندس زمين جي زرخيزيءَ جي ڪيس خبر آهي ته ان کي وڌيڪ ڀلو بنائڻ لاءِ ڪافي خرچ گهرجي. مگر ٻج ئي هڪ اهڙي ڳالهه آهي جنهن تي هو آسانيءَ سان ضابطو ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجي تر جي آب و هوا، پنهنجي زمين ۽ پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي مد نظر رکي هو اهڙو ٻج چونڊي سگهي ٿو جو ڪيس وڌ ۾ وڌ پيدائش ۽ سٺي اپت ڏئي.

ٻج هميشه بالڪل صاف هئڻ گهرجي. منجهس ڪو به ڌاريو ٻج مليل نه هجي. هڪ ڪرو هجي ۽ چڱو ۾ ڀلو هجي. پراڻي ٻج مان نڪتل سلو هميشه ڪمزور ٿيندو آهي ۽ نئين ٻج جو طاقتور. انڪري وس پڄندي پراڻو ٻج نه خريد ڪجي، جيتوڻيڪ اهو چڱو ۾ ڀلو هجي ڇو جو پراڻي ٻج مان نڪتل ڪمزور سلو، تڏي ڪوسي نه سهي سگهندو. ڪن ملڪن ۾ ائين چيو ويندو آهي ته وزن ۾ هلڪو ٻج پوکڻ ۾ ٺيڪ نه آهي ۽ انڪري ٻج پاڻيءَ ۾ وجهي جيڪي جيڪي داڻا تري بيهن اهي خارج

ڪري ڇڏجن. ڪوجنائن ظاهر ڪيو آهي ته سارين جي ٻج لاءِ اها ڳالهه حقيقت تي مبني نه آهي بشرطيڪ ان ملڪ ۾ ڪنهن سارين جي بيماري جنهن کي ”بلاسٽ“ چوندا آهن اها نه هجي. بهتر ته اِهو آهي ته پنهنجي زمين جو جيڪو پلو تڪر ٺهي ان مان ٻئي سال لاءِ ٻج رکي ڇڏجي يا وڏي ۾ وڏو ته ڪنهن پاڙيسري زميندار جي پلي فصل مان ٻج وٺجي. جيترو ٿي سگهي اوترو بزاري ٻج نه خريد ڪجي. محڪمه زراعت ان ڏس ۾ اوهانجي امداد ڪري سگهندي ۽ هر ڳالهه کي مدنظر رکي اوهان کي بهترين ٻج مهيا ڪري ڏيندو. اهو به هر ڪنهن آبادگار کي ياد رکڻ گهرجي ته سارين جو ٻج جيترو ٿي سگهي اوترو ويجهڙائيءَ ۾ پيدا ٿيل هجي ڇو ته قدرتي طور جنهن حصي ۾ ڪو ٻج لاڳيتو پوکيل آهي ته اهو اتي جي آب و هوا زمين جي اوڻاين پوراين ۽ ڪيت وڏاين تي پاڻ کي ٺاهي ٺوڪي ڇڏي ٿو ۽ اهو ٻج ان حصي ۾ ئي وڏي ۾ وڏي پيدائش ڏئي سگهي ٿو. جيڪڏهن پنجاب ۾ ڪو ٻج جريب خرار ڏئي ٿو ته اهو ضروري نه آهي ته ڪيترو لاڙ ۾ به اها ئي پيدائش ڏيندو.

**پيجارو تيار ڪرڻ:** پيجاري يا پيجارڻ لاءِ زمين مٽي، ڪلر ۽ سيڪ يعني سم کان آجي ۽ گاهه گند کان

محروم هجڻ گهرجي. اها زمين ڪوشش ڪري واٽر ڪورس، کوه يا واهيءَ جي ويجهو چونڊجي ته جيئن ٻيجاري کي آسانيءَ سان ۽ وقت سر پاڻي ميسر ڪري سگهجي.

هڪ ايڪڙ فصل لاءِ هڪ گهنٽو يا ويسو ٻيجاري جو ڪافي آهي. اهو تمام ضروري آهي ته ٻيجاري لاءِ زمين کي ڪافي هر ڏجن گاه گند کان کيس آجو ڪجي، پتر چڱي طرح پچجن مطلب ته زمين بالڪل صاف ۽ پوري پوري هجي ۽ منجهس ڪو ننڍڙو پتر به نظر نه اچي. سنڌ ۾ سارين لاءِ ٻيجارو مختلف نمونن ۾ تيار ڪيو ويندو آهي. ڪي عام طريقا هيٺ ڏجن ٿا:-

**(الف) خاموش:** زمين کي متئين نموني ۾ تيار ڪري منجهس ننڍا ننڍا پارا هڪجيڏا ناهجن، پاڻيءَ جي نالي ان زمين جي وچمان اهڙي نموني ڪڍجي جو ٻن آمهون سامهون پارن کي هڪ وقت جدا جدا پاڻي ڏئي سگهجي. انهن پارن تي پراڻو گاڏو يا ماهيو پاڻ، پلال يا توتڙ ٣ کان ٦ انچن تائين وجهجن ۽ ڏينهن جي گرم حصي ۾ ان ته کي باه ڏجي. باه هوا جو رخ ڏسي ان طرف کان شروع ڪجي ته جيئن هوا جي مدد سان اهو پاڻ، پلال يا توتڙن جو ته بالڪل سڙي رک



ٿي ويچي ۽ ڪو به ٽڪر اڻ سڙيل نه رهجي ويچي- گهٽي
هوا ۾ به اها باھ نه ڏجي نه ته رڪ اڏامي ويندي- ان
متئين طريقه کي وسنئن ڏيڻ چوندا آهن- ان کان پوءِ
انهن ٻارن کي ٻارهن ڪلاڪ کن ڇڏي ڏجي ته جيئن
اها رڪ ٺري ويچي ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو انداز مطابق
ٻج انهن ٻارن ۾ ڇٽجي مگر ڪوشش ڪري انهن ٻارن
۾ لتڙ نه ڪجي- ٻج رڪ جي متان ڇٽجي ۽ ان بعد ٿارا
ان هنڌ رڪ جي متان آهسته هٽجن ته جيئن ٻج ان
رڪ ۾ ڪجھه هيٺ ويچي ۽ پاڻي ڏيڻ سان تري نه بهي-
پوءِ آهسته آهسته آواندن ۾ پاڻي ڇڏجي- وري به جيڪڏهين
ڪو ٻج ترندو نظر اچي ته ان کي ٿاري سان هيٺ

پاڻيءَ ۾ ٻوڙجي- ان بعد ضرورت آهر انهن ٻارن کي پاڻي ڏيندو رهجي- اهو ضروري آهي ته ڪنهن به وقت اهي ٻارا سڪڻ نه ڏجن- گڏتي تمام گهٽو ڏيٺان ڏجي ۽ ڌاريو گاه گند هميشه ڪڍ ٻو اڇجي- هي ٻيجارو ڇئن هفتن کن ۾ تيار ٿي وڃي ٿو- جيڪڏهين ٻج ڇمڻ کان پوءِ ۽ ان بعد چار دفعا ٻن ٻن سيرن جي ولا ٿي پاڻ جي ٻڪي هن ٻيجاري کي ڏجي ته پوءِ هي ٻيجارو هفته کن اندر اڳواٽ تيار ٿي ويندو ۽ سڀ تمام طاقتور ۽ مضبوط ٿيندا.

جتي پاڻي موجود آهي اتي ٻجو تيار ڪرڻ جو هي طريقو تمام بهترين طريقه آهي ۽ ان ٻيجي جا سلا طاقتور مضبوط، بيمارين کان محفوظ ٿين ٿين ٿا- روبي وقت آساني سان ۽ ٻنان ضربجڻ جي زمين مان نڪري سگهن ٿا ۽ هن طريقه سان ٻج تمام گهٽ ڪم ٿو اچي.

**(ب) پراٽيءَ وٽ تي ٻيجارو:** هي هي طريقه موسمي واهن جي ايراضين ۽ خاص ڪري ننه ضلع ۾ مروج آهي. گذريل آبڪلاڻي موسم ۾ زمين کي ريچ ڏئي يا بارش بعد زمين کي هر ڏئي پتر پيچي ۽ مٿان سانهر گهمائي ڇڏجي- زمين اهڙي چونڊجي جا وٽ کي گهچ وقت محفوظ رکي سگهي- ٻيجو پوکڻ وقت ٻج ان زمين ۾

ناڙي رستي پوکي ڇڏي ڇڏهين واهن ۾ پاڻي اچي ته هڪ ريج انکي ڏجي ته ان بعد هفته کن ۾ بيجو تيار ٿي ويندو- هي طريقه صرف ات فائديمند آهي جتي نه کو آهي کوه نه واهي ۽ نه واهن ۾ پاڻي- هن طريقي ۾ وڏو فائدو هي آهي ته سوڪ کي هي بيجو خوب منهن ڏئي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن واهن ۾ پاڻي هفته ٻه دير سان اچي ته به هي بيجو ضايع ٿيڻ کان گهڻي قدر بچي پوي ٿو پر جيڪڏهين انجي عيوض "خاموش" هجن ته ڪڙي ۽ سڙي وڃن-



**(ت) ٽڪين وٽ ٿي ٻيجار و:** هي طريقه پڻ گهڻي قدر لاڙ ۽ ٺٽه ضلع ۾ مروج آهي- "ب" ۽ "ت"

۾ فرق هي آهي جو هڪ پراڻي وٽ تي ٻج ناڙي ڪيو
وڃي ٿو ۽ ٻئي ۾ واهن ۾ پاڻي اچڻ بعد زمين کي ريج
ڪري هر ڏئي پوءِ ٻج ناڙي ڪيو وڃي ٿو. هن طريقہ ۾
پوکڻ کان خاموشي بهتر آهن. مگر فرق هي آهي تہ
خاموشن ۾ محنت ڪي قدر وڌيڪ آهي ۽ لاڙ جو هاري
محنت کان ڪي ڪوه پري ڀڄندڙ آهي.

ڪن هنڌن تي تہ اڃا بہ اهڙا سائينءَ جا سنواريا
موجود آهن جي انهن ڀيجارن وغيره جي جنجهٽ ۾ نہ ئي
ڪونہ پون. پيا پيا ڀيجارا گهڙيندا تہ هي پيا بهاريون
ڪندا. واهن ۾ پاڻي آيو، آوانديءَ کي تکو ڏنائون،
پارو پريو، پاڻ ٻڌائون ڪامبو، ان ۾ وڌائون ٻج ۽
گهڙي پيا ان پاڻيءَ سان پريل پاري ۾. گيت بہ پيا
ڳائيندا ۽ ڀڪ پريو ٻج بہ پيا ان ۾ ڇٽيندا. هڪ پارو
پورو ڪري گهڙندا ٻئي ۾. پهرين پاري ۾ وري پکي
پيا ان اڇليل ٻج تي وارا ڪندا. پنيان جو آيو نينگر تہ
هڪل ڪيائين ان کي تہ پهرين پاري ۾ وڌيڪ پاڻي
ڇڏ تہ وڃان ٻني ۾ ڏنل تکي مان پيو پارو بہ پرجي.
ڏني جا پاڻيءَ ڏڪ تہ ڪجهہ ٻج وڃي تيو گڏ هڪ
ڪنڊ ۾، ڪجهہ هضم ڪيو پکين تہ ڪجهہ وري ان
تکي مان روانو ٿيو ٻئي پاري ۾. ان حالت ۾ هڪ مڻ

في ايڪڙ ۾ ٻج گهرجي . ڇمڻ ڪاڻپوءِ ڪٿي سلن جا ڇا ته ڪي ٽڪرا خالي. هت ڪٿي هاري لڳو پٽڻ زميندار کي يا دڪاندار کي جنهن کيس ٻج ڏنو. چي، ” ٻج اهڙو ته خراب هو جو گهڻن هند ڄائو ئي ڪونه“ يا ته ٻئي سال پڇندو زميندار وٽ ته مونکي زمين بدلائي ڏيو ڇو جو هن زمين ۾ ڪلر جا ڏنگا آهن ۽ ٻج ان ڪلر ۾ ڄميئي ڪونه ٿو.

اسانجي ملڪ جي ڀيٽ ۾ ٻين ملڪن ۾ جتي حيرت ۾ وجهندڙ آبادي ڪئين وڃي ٿي اتي ٻيجاري پوکڻ جا طريقه هيٺ ڄاڻائجن ٿا.

اسانجي پاڙيسري ملڪ ڀارت ۾ ٻيجارو ٻن نمونن ۾ تيار ڪيو ويندو آهي.

۱. **پراڻي وٽ ني:** هي نمونو اتي ڪتب ايندو آهي جتي بارش هوندي آهي ۽ واهن ۾ ريج جي پاڻيءَ تي ڀروسو نه هوندو آهي.

۲. **نئين وٽ ني:** واهن ۾ ريج لاءِ پاڻي اچڻ بعد.

هتي ٻنهي نمونن ۾ ٻيجو ”خاموش“ طريقه پوکيو ويندو آهي. ٻيجاري لاءِ تمام ڀلي زمين چونڊيندا آهن. اونهاري ۾ ان زمين کي ٻي انداز هر ڏنا ويندا آهن جئن ان زمين ۾ ڇٽي جيڏو پٿر به نه رهندو آهي

۽ زمين بالڪل پنجو ٿي ويندي آهي ان زمين ۾ ڳائو
پاڻ ۽ ٧-٨ هزار پائونڊ في ايڪڙ ساوا پن پڻ گڏيا ويندا
آهن ته جيئن اهي شيون پوکيءَ تائين بالڪل سڙي
ڳري پنجوءَ سان ملي هڪ ٿي وڃن- پوکڻ وقت پارا
ٺاهي انهنءَ ۾ ٻج پوکيو ويندو آهي- وسنهن ڏيڻ ۾ نه
ايندي آهي- نئين وٽ وارن ٻيجارن ۾ ٻج ڦٽل يا
انگوريل پوکيو ويندو آهي- جڏهن ٻج زمين ۾
باقاعدي موڙجي ويندو آهي ته پوءِ ٻيجارن کي جام
پاڻي ڏنو ويندو آهي، جيستائين روپڻي لاءِ تيار ٿين.

جپان ۾ پڻ ٻيجو خاموش طريقي تي تيار ڪيو ويندو
آهي. هر هڪ ايڪڙ لاءِ ڏيڍ ويسو ٻيجارو تيار ڪيو
ويندو آهي. ٻيجارو ڊگهو، سوڙهو، مستطيل شڪل
جو ۽ آس پاس جي زمين کان ڪي قدر اڀريل ٺاهيو
ويندو آهي. ٻيجاري جي ويڪر ٤ فوٽ ۽ ڊيگهه وڌ ۾ وڌ
سٺ فوٽ. زمين تي حد کان وڌيڪ محنت ۽ مٽي پنجو
ڪرڻ. انهن ٻيجاري وارن پارن جي چوطرف ٢ فوٽ
ويڪري نالي کٽي ان مان نڪتل مٽي به ٻيجاري تي
وراڻ. ٻيجاريجي ڪن قطارن جي چوگرد بند ٻڌي ان
ايراضيءَ کي رجايو ويندو آهي ۽ وڌيڪ پاڻي چنڊڻ
ذريعي نيڪال ڪرڻ. ان بعد وري به ان زمين مان

محنت ڪري ٻيس وري ٻنجوءَ جي شڪل ۾ آڻڻ ۽ هيٺ
مٿاهيون ڪيڻ. ان ڪان پوءِ ان زمين کي هيٺ ڏيکاريل
انداز ۾ هٿرادو ڀاڻ ڏيڻ.

هٿرادو ڀاڻ (ڪمپوسٽ) ١٠،٠٠٠ پائونڊ في ايڪڙ،
نائٽروجن ٨٣ پائونڊ في ايڪڙ، فاسفورڪ ائسڊ ٨٣
پائونڊ في ايڪڙ ۽ پوٽاش ٩٩ پائونڊ في ايڪڙ.
نائٽروجن ٻن ٽن قسطن ۾ ڏني ويندي آهي.

ان بعد پوکڻ کان اڳ ٻج کي دوائون لڳائي مٿس
اکيل بيماريءَ جي جيوڙن کي ناس ڪيو ويندو آهي ۽
پوءِ اهو ٻج پاڻيءَ ۾ پسايو ويندو آهي. جڏهين ٻج پاڻيءَ
۾ انکور ڇڏڻ شروع ڪندو آهي ته ان کي ٻيجاري ۾
پوکي ٻيس تارن واريءَ هڪ ننڍي ڏانداريءَ سان زمين
۾ ڪجهه اندر ڪري ڇڏيندا آهن ۽ هڪدم پاڻي ڏيڻ
شروع ڪندا آهن جيئن انهن ٻيجارن جي مٿان هڪ انچ
پاڻي بيهي رهي. ڪن هفتن تي پارن کي پاڻي ڏئي ان
بيٺل پاڻيءَ ۾ ٻج ڇٽي ڇڏيندا آهن ۽ جڏهين اهو ٻج
موڙجي ويندو آهي ۽ سلا نڪري ايندا آهن ته پوءِ اهو
بيٺل پاڻي نيڪال ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ان بعد صرف
چوطرف نڪتل ناليءَ ۾ پاڻي ڀاري ڇڏيندا آهن ته جيئن
ٻيجاري واري زمين اهو پاڻي چهندي رهي ۽ آلي رهي.

ڪجهه ڏينهن بعد سڙيل توتڙن يا سڙيل مٽيءَ جو ته ٻجارن تي وجهي ڇڏيندا آهن ته جيئن اهو ڌارئين گاهه کي اپرڻ کان روڪي. ان بعد پاڻيءَ جي سنڀال ۽ گاهه ڳنڍ کي ڪڍڻ ذريعي ڪيڏڻ تي خاصو خيال ڏنو ويندو آهي ۽ ولائتي پاڻ جي وقت سر ڇڪي ڏيڻ ۽ بيمارين ۽ جيتن جي علاج ڪرڻ تي پڻ ڌيان ڌريو ويندو آهي. ٻج جي چڱيءَ طرح سورجڻ ۽ پاڻ جهلڻ بعد ڏينهن جو ٻارن مان پاڻي نيڪال ڪري ڇڏيندا آهن ته جيئن سلن جي پاڙن کي پوري اندازمر آڪسيجن ملي ۽ هو چڱيءَ طرح قد ڪن. اهو پاڻي صبح جو سويل نيڪال ڪيو ويندو آهي ۽ سج لهڻ کان ڪجهه اڳ وري ٻارن کي پاڻي ڏنو ويندو آهي. هي قدر تورن ڏينهن لاءِ ڪنيو ويندو آهي ته جيئن پاڙون چڱيءَ طرح واڌ ڪن ۽ سلي جي قد ڪرڻ تي ان جو وزن جهلي سگهن. ان بعد ڏينهن جو پاڻيءَ جو مڪ ڇڏيو ويندو آهي ۽ رات جو اونهو پاڻي ڀاريو ويندو آهي جيڪڏهين پاڻي رات ڏينهن هڪ جيترو اونهو ٻارن ۾ ڀارجي ته جپانين مطابق سلا ڪمزور ٿا ٿين ۽ بيمارين جو جلد شڪار ٿا ٿين. گڏ تي خاص ڌيان ڏنو ويندو آهي ۽ ڪن هنڌن تي چوني واري نائٽروجن (لائيم نائٽروجن) وڌي ويندي آهي ته گاهه

نہ جمي. ھڪي ڏيڻ لاءِ امونيم سلفيٽ پاڻيءَ ۾ ملائي
ڇنڪاري ويندي آهي.

مٿي ڏيکاريل ڀيجاري جو طريقہ جهان ۾ اختيار ڪيو
ويندو آهي مگر گذريل سال ڪان ڪي جهاني ماهر پنهنجي
ملڪ ۾ آيل آهن ۽ ڏوڪريءَ جي سرڪاري زرعي
فارمن تي هنن هتي جي ماڻهن کي سندن طريقہ سيکارڻ
لاءِ آزمائشي طرح ساريون پوکڻ جو ڪم شروع ڪيو
آهي. آءٌ پانيان ٿو تہ ان طريقہ تي پاڻ ڪجهہ روشني
وجهجي. اهو نمونو هي آهي. ١- سارين جي جنس:-
ڪنگڻي نمبر ٢٧ ٢- ٻج جو انداز:- ١٥ سير في ايڪڙ
٣- ڪمپوسٽ (هٿرادو پاڻ) ٺاهڻ جو طريقو:- هڪ ڪڏ
٦٠ فوٽ ڊگهي، ١٨ فوٽ ويڪري ۽ ٦ فوٽ اونهي
کوٽي اها رک، گاهہ، ڪک پلال، ڇيڻي ۽ ٻئي ڪچري
سان پرجي ان جي مٿان چڱي طرح ٣-٤ گهمرا پاڻي
ڇنڪارجي ۽ پوءِ ان کي مٽيءَ سان ڍڪي ڇڏجي. ڇئن
مهنن جي عرصي ۾ کڏ ۾ وڌل شيون سڙي ونديون
۽ ڪمپوسٽ تيار ٿي ويندو.

٤- فصل کي بيمارين کان بچائڻ لاءِ اپاءُ:- ٻج جا ١٥
سير صاف زمين تي پکيڙي "انگروسين- جي- اين" پائوڊر

٣ آئونس في مڻ جي حساب سان ان ٻج تي ڇٽجي ۽ پوءِ ان ٻج ۽ دوا کي چڱي طرح ڪوڏرن سان ملائجي ۽ پوءِ اهو ٻج ڳوڻ ۾ وجهي ڇڏجي .

٥- ٻج کي پوکڻ کان اڳ پسائڻ :- صبوح جو ١٥ سير ٻج جا هڪ ٽب ۾ وجهي ان ۾ پاڻي وجهجي جيئن پاڻي ٻج جي ڇهه انچ کن مٿان بيهي- جيڪو ٻج تري بيهي اهو بيڪار سمجهجي- ان بعد ان ٻج کي پاڻيءَ ۾ چڱيءَ طرح هلائي ڪلاڪ کن کان پوءِ پاڻي آهستہ آهستہ هاري ڇڏجي- وري بيو اوترو پاڻي منجهس وجهجي ۽ ٻج شام تائين ان ۾ پئل ڇڏجي ۽ ان بعد اهو پاڻي هاري ڇڏجي ۽ ٻج کي ٻئي ڏينهن صبوح جو ٽب مان ڪڍي ڳوڻين تي پٿاري ڇڏجي .

٦- ٻيجاري جو تيار ڪرڻ :- $\frac{1}{25}$ ايڪڙ جو ٽڪرو يعني قريب ٢ ويسا هڪ ايڪڙ پوکڻ لاءِ ڪافي آهن- اٽڪل ٽي ويسا زمين جا پاسي واري زمين کان ٻنن ذريعي جدا ڪجن ۽ انهن کي جدا جدا پارن ۾ ورهجي- هر هڪ پارو ويڪر ۾ ساڍا ٣ فوٽ هجي ۽ ڊيگهہ جدا ڪيل زمين جيتري هجي هر هڪ پاري جي ٻنهي پاسن تي نالي هجي ۽ ناليءَ مان نڪتل مٽي پارن تي اڇلائجي- نالين ۾ پاڻي ڇڏجي جيستائين سيني پارن تي سنهو تهہ پاڻيءَ جو بيهي

وچي انوقت پاڻي بند ڪري ڇڏجي ۽ ساري رات پارن کي پسڻ ڏجي - ٻئي ڏينهن صبوح جو ناليون صاف ڪجن ۽ اهي گهميل مٽي وري ٻه پارن تي اڇلائجي - ان بعد پارن کي ڪوڏر سان سنئون سڌو ڪجي - وري ٻه نالين ۾ پاڻي ڇڏجي جيئن پاڻيءَ جو سنهو ته پارن مٿان بيهي. اهو خيال رکڻو آهي ته پاڻيءَ جي رفتار ايتري ڍلي هجي جو جيئن پاڻيءَ جو وهڪرو پارن جي مٿان نه ٽپي مگر اهو پاڻي پارن جي مٽي ڇهڻ سان گهمي - ان بعد پاڻي بند ڪري ڇڏجي -

٧- ولائتي پاڻ :- ٢٥ پائونڊ سپرفاسفيٽ ، ٢٠ پائونڊ امونيم سلفيٽ ۽ سادا ٩ پائونڊ پوٽيشم سلفيٽ چڱيءَ طرح ڪٽي پاڻ ۾ ملائي مٽي ڏيڪاريل پارن مٿان ڇٽجي ۽ ٻه ٽي ڪلاڪ پارن کي ڇڏي ڏجي ته جيئن ٻيئل پاڻي ڇهي وڃن ان بعد جيڪڏهن ڪي ڏڙيون پارن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ته انهن جي گپ ڪري هيٺاهين ٽڪرن ۾ وجهجي ۽ پارن جا ويڪر وارن پاسن کان ، پاسا ڪٽجن جيئن پارن جي ويڪر ١٤ فوٽ وڃي بچي -

٨- ٻيجاري جو پوکڻ :- مٿي ڏيکاريل آهين رات وارو پسيل ۽ واڪو تيل ٻج جو هيلتائين انگور جيمو وڃي اهو ڪٽي انهن پارن مٿان ڇٽ ڪجي جيئن هر هڪ چورس

انچ ۾ ٣-٤ ڏاڪا ٻج جا پون. ان بعد ڪوڏر جي ڦٽين پاسي گھمائڻ ۽ ٿورو زور ڏيڻ سان اهو ٻج پورڻ گھرجي. هاڻ انهن ٻارن جو مٿاڇرو مٽيءَ سان لنبيل يا راڳيل نظر ايندو. ٥-٧ ويڙهيون يا ٻنڊون ٻلال جون ڪٽي (هر هڪ ويڙهيءَ ۾ ڏيڍ مڻ ۽ ٻنڊ ۾ اڍائي يا ٣ مڻ ٻلال ٿيندو آهي) انهن کي ٻنيءَ کان ٻاهر ساڙي انهن جي رک ٿرڻ کان پوءِ ميڙي انهن پوکيل ٻارن مٿان ڇٽارجي. ان بعد پاڻي ڏجي جيئن ٻارا چار پنج ڏينهن ٻڏل رهن.

جپاني طريقه پوکڻ ۾ محنت ڪافي آهي مگر پيجارو بيحد پلو ٿو ٿئي ۽ هر هڪ سلو تمام مضبوط، قداور، ڇهچ سائو ۽ تندرست ٿئي ٿو ۽ روپي بعد مشڪل ڪو سلو سڙندو يا نه لڳندو.

امريڪا ۾ اتي جي آب و هوا جي مد نظر پيجارو ڪونه تيار ڪيو ويندو آهي مگر ٻج سنئون سڌو ناڙيءَ رستي ٻنيءَ ۾ پوکيو ويندو آهي.

فلپائين ۾ ٻين نمونن سان گڏ هڪ نمونو هي به آهي ته پيجارو تيار ڪري، ڪيوڙي جي وڻ جا پن وچان ڏاڍي ڪڍي، پيجاري تي پکيڙي انهن کي ڪجھه داب ڏيئي انهن جي مٿان هڪ تهه ٿوٿڙن جو،

جي گپ ۾ پسيل هوندا آهن، اهو ڏئي انهن ۾ سارين جو انگوريل ٻج پوکيو ويندو آهي.

انڊوچين ۽ سيام ۾ "ترندڙ ساريون" (Floating Rice) پوکيون وينديون آهن. زمين کي سکيءَ جا هر ڏيئي ٻج کورڙ (ڇٽ) يا ناڙيءَ رستي پوکيو ويندو آهي. کن هنڌن تي مکائي پوکي ١٥ ڏينهن کان پوءِ ان ۾ ئي ساريون پوکيون وينديون آهن. ٻن مهنن تائين اهي ٻئي فصل رواجي طرح وڌندا رهندا آهن. ان بعد مکائي لڻندا آهن. ان مند ۾ ات ٻوڏون شروع ٿينديون آهن. کن ٽکرن ۾ پاڻي وڌي ٥ فوت کن ٿي ويندو آهي ۽ سارين جون چوٽيون پاڻيءَ جي چاڙه سان گڏ وڌنديون رهنديون آهن ۽ لا بارو ٻيڙين ۾ ٿيندو آهي. کن ٽکرن ۾ پاڻي وڌي ١٥ - ١٦ فوت ٿي ويندو آهي ۽ سارين جون چوٽيون پاڻيءَ کان مٿي وينديون آهن. جڏهن ٻوڏ جو پاڻي ڪجهه مهنن بعد هليو ويندو آهي ۽ زمين ۾ رڳو گپ رهندي آهي ته اهي سارين جا ٻوٽا ان گپ ۾ ڪري پوندا آهن. انهن ٻوٽن جي چوٽيءَ طرف جيڪو ڪاني ۾ ڳنڍ ٿيندو آهي اهو اتان پاڙون هڻڻ شروع ڪندو آهي. ڪاني جو ان کان هيٺ وارو حصو سڙي ويندو آهي ۽ چوٽي ڪنڌ مٿي ڪڍندي آهي

۽ پوکو وري تيلا ڪيڻ شروع ڪندو آهي ۽ ٿوري وقت ۾ تيار ٿي ويندو آهي. هي ساريون مارچ ۾ پوکبيون آهن ۽ جنوريءَ ۾ تيار ٿينديون آهن.

برما ۾ پڇارو ساڳيءَ ريت تيار ٿيندو آهي جيئن حيدرآباد ريجن ۾. ان ڪان سواءِ ساريون سلون، ملايا، جاوا، چين، ترڪستان، ڪوه ڪاف وارن ملڪن، بخارا، عراق، ميسوپوٽيميا، پرشيا، مصر، برازيل، برٽش گائنا، اسپين ۽ اٽلي وغيره ملڪن ۾ پوکيون وڃن ٿيون جتي جتي پڻ پوکڻ جا نمونا الڳ پڳ ساڳيا آهن جي مٿي ڏيکاريا ويا آهن. حيدرآباد ريجن جي لاڙ ۾ سارين پوکڻ مطابق هڪ دلچسپ رڪارڊ هي آهي ته هڪ امريڪن مسٽر آسٽن، مسٽر بالفور جي هڪ ڪتاب "سائڪلو پيڊيا آف انڊيا" مان مثال ڏيئي لکي ٿو ته "لاڙ ۾ سارين کي سمنڊ جي پاڻيءَ جو ريج ڪيو ويندو آهي ۽ مينهون جيڪا زمين لتاڙي وينديون آهن اتي انهن جي پيرن جي نشانن ۾ سارين جو ٻج ڇٽيو ويندو آهي ۽ پوکيندڙ پيٽ پير رڙهندو ويندو آهي ۽ سندس پٺيءَ تي ٻج جي ٽوڪري رکيل هوندي آهي جنهن مان ٻج ڪڍي ڇٽيندو ويندو آهي. رڙهڻ جو

سبب اهو ٻڌايو ويو آهي تہ ان زمين ۾ ڏٺون آهن انڪري ٻيهڙ سان اهو مانهو ڳيي پوندو."

(مسٽر بالفورجي ان مٿين لکت جي تصديق لاءِ مون ڪيترن عمر رسيده زميندارن ۽ هارين کان پڇا ڪئي مگر ان بيان جي مٿئين حصہ ۾ ڪا صداقت نظر نہ آئي باقي ڪن بزرگن جهڙوڪ خانبهادر فضل محمدخان لغاري زميندار سجاول جو هڪ بنيادي زميندار آهي ان مان ۽ سندن هڪ عمر رسيده ڪمدار مان پوڇہ پئي تہ اڃان تائين بہ درياہ جي ڪناري تي ڪچي جي زمين ۾ جتي ڏٺيون آهن ات ٻج مٿي ڏيکاريل طريقہ سان پوکيو ويندو آهي يعني تہ پوکيندڙ پيٽ پر رڙهندو ويندو آهي ۽ ٻج ڇٽيندو ويندو آهي- ربيع ۾ تيهي ٻج بہ ان نموني پوکيندا آهن .

روھبو:- هن کي لاڙ ۾ وئراج يا وهراج چوندا آهن- هن کان اڳ زمين کي سڪيءَ جا هر ڏيڻ، پوڻ ڏيڻ، زمين کي سنئون سڌو ڪرڻ، ڏهن ڏهن وسن جا پارا ڏاهڻ، پنا مضبوط ڪرڻ، ناليون ڏهڻ وغيره جو مفصل احوال ڏنو ويو آهي اهو ياد ڪرڻ گهرجي تہ سڪيءَ جا هر ڏيڻ کان پوءِ ۽ روهبو ڪرڻ کان اڳ جيڪڏهين برساتيون پون تہ ان بعد زمين هر ڏيڻ جي لائق ٿئي تہ

ان کي وري به هر ڏئي چڙجي نه ته زمين رومبي جي لائق نه رهندي - ٻيجو رومبي لاءِ پٽي کان ٢٤ ڪلاڪ اڳ زمين کي چڱيءَ طرح پاڻي ڏئي ڇڏجي ۽ جڏهين منجهس پاڻي هڪ انچ جيترو وڃي بهي تڏهين رومبو ڪجي.

رومبي لاءِ ٻيجو پٽڻ :- ٻيجاري مان ٻيجو پٽڻ لاءِ

جهڙ وارو ڏينهن بهتر آهي ۽ جهڙ ۾ ڪنهن به وقت ٻيجو پٽي سگهجي ٿو مگر جهڙ نه هجڻ جي حالت ۾ ٻيجو صبوح جو سوبل سج ايرڻ کان جي اڳ نه ٿي سگهي ته به تڏ جي پهر ۾ پٽڻ گهرجي يا شام جو پٽڻ گهرجي ته جيئن ٻاهر نڪتل پاڙن تي اُس جو اثر گهٽ ٿئي - ٻيجي پٽڻ لاءِ ٻيجاري کي چڱي اندازَ ۾ هڪ ڏينهن اڳ پاڻي ڏجي ته جيئن پاڙون جي گهٽو ڪري وسنهن واري پاڻ تي هونديون آهن سي ٻيجن کي ٿورو مٽيرو چڪ ڏيڻ سان هڪدم نڪري اچن - سلي کي پٽڻ وقت هٿ جيترو زمين کي ويجهو هوندو اوترو چڱو - ائين ڪرڻ سان هٿ ڦٻندو به چڱيءَ طرح ۽ چڪڻ وقت پن به نه ڇڄندا - ان طريقي سان ٻيجو پٽي ان جون سوڙيون ٻڌي (موڙين کي لاڙ ۾ "گراڙا" چوندا آهن) پاڙن وارو پاسو ڪنهن پاڻيءَ واري ناليءَ ۾ وجهي رکجي ته جيئن پاڙن تي سوڪڙ جو اثر نه ٿئي.

جيڪڏهين ٻيجارو تمام سٺي نموني ۾ ۽ محنت سان
تيار ٿيل آهي ۽ منجهس ڪافي پاڻ وغيره وسنهن وقت
وڌو ويو آهي ته ٻيجو پلو ٿيڻ سان گڏ تمام آساني ۽
سلامتي سان پٽي سگهبو آهي - مگر جيڪڏهين ٻيجارو
سٺي نموني سان تيار ٿيل نه آهي ۽ پوکڻ کان پوءِ پاڻيءَ
جي ٻه ڪيس شڪست ملي آهي ته پوءِ ٻيجو ڪڍڻ
مشڪل ٿي پوندو آهي ڇو ته چڪڻ مهل زمين جي مٽي
ٽٽي پوندو آهي ۽ پاڙون زمين ۾ رهجي وينديون آهن ۽
ڪافي نقصان ٿيندو آهي - اسانجي ملڪ ۾ ٻيجو پٽڻ جو
ڪم مرد ڪندا آهن ۽ رونبو ڪرڻ گهڻو ڪري زالن
کي آسان لڳندو آهي ڇو جو رونبي ۾ نيڙي ڪم
ڪرڻو ٿو پوي ۽ اسانجي ملڪ جي همراهن جي چيلهه جو
چاڙهو موچارو آهي .

پراڻي وٽ تي ناڙي ڪيل ٻيجاري سان نڪتل ٻيجي
کي هڪدم رونبو ڪرڻ بهتر آهي. وڏ ۾ وڏ ته ٻه جي
شام جو ٻيجو ڪڍجي ته ٻئي صبوح جو سويل ان کي
رونبو ڪري ڇڏجي باقي نئين وٽ تي ناڙي ڪيل پا
وسنهن ڏنل ٻيجو ڪڍڻ کانپوءِ ڪجهه ڏينهن رکي
سگهجي ٿو- جيتري قدر وڌيڪ اس ۽ گرمي هوندي
اوتري قدر جلد ٻيجو رونبو ڪرڻ گهرجي- عام طرح

رواج آهي ته ٻيجو ڪڍڻ کان پوءِ سا ڳيئي ڏينهن يا ديرَ ۾ دير ته ٻه ٻئي ڏينهن تائين روپبو تي ويندو آهي. مگر ڪنهن ڪنهن وقت حالتون اهڙيون ٿينديون آهن جو ٻيجو ڪڍڻ بعد تمام سخت برسات شروع ٿي ويندي آهي يا روپبي لاءِ ماڻهو ميسر ٿي نه سگهندا آهن ته پوءِ لاچار ٻيجو رکڻو پوندو آهي. ڏٺو ويو آهي ته جيڪڏهن جهڙ آهي ۽ هوا خشڪ ۽ گرم نه آهي ته پوءِ ٻيجو ٣—٤ ڏينهن رکي سگهجي ٿو پر انهيءَ حالت ۾ ٣—٤ ڏينهن رکيل ٻيجو تمام سخت نظر ايندو ۽ دير سان ڦوٽاڙو شروع ڪندو ۽ پئدائش گهٽ ڏيندو.

مدراس ۾ ان اثر کي جاچڻ لاءِ تجربا ڪيا ويا. ٻيجو پٽي سا ڳيئي ڏينهن ۽ ٢، ٣، ٤، ٥ ۽ ٦ ڏينهن تي روپبو ڪيو ويو. ڏٺو ويو ته پهرئين کان چوٿين ڏينهن تائين روپبو ڪيل فصل جو ڦوٽاڙو نيڪ هو ۽ پيدائش ۾ پڻ ڪو فرق ڪو نه ٿيو مگر ان کان پوءِ روپبو ڪيل فصل جا ٥٠ سيڪڙو پٽلا ناس ٿي ويا ۽ ڦوٽاڙو به تمام گهٽ ٿيو.

ڪن ملڪن ۾ سپٽمبر ۽ آڪٽوبر ۾ روپبو ٿيندڙ فصل کي بيمارين کان بچائڻ لاءِ ٻيجو پٽي ان کي هفته ڪن رکي ڇڏيندا آهن جيئن ”راس“ ٿئي. ٻيجو پٽي ان

جون سوڙيون گولائيءَ ۾ ڍڳ ڪري رکيون وينديون آهن جن ۾ پنن وارو پاسو گول جي اندر ۽ پاڙن وارو پاسو ٻاهر ڪيو ويندو آهي. پنجن ڏينهن بعد سڀ پن پيلا ٿي سائل ۽ 'ليڙا' ٿي ڪري پوندا آهن. ان بعد انهن ۾ ڪجهه 'ڪڙڪائي' پيدا ڪرڻ لاءِ تمام جو اهو ٻيجو پاڻيءَ ۾ وجهي ڇڏيندا آهن ۽ صبوح جو روسبو شروع ٿيندو آهي. مقصد هي آهي ته ان طريقي موجب ٻيجو رکي ڇڏڻ سان ان ۾ گرمائش پيدا ٿي ٿئي ۽ منجهس 'خمير' بي بوءِ پيدا ٿي ٿئي جنهن ڪري ٻيجي ۾ سنهيا جيت، ڪيتان ۽ جيتن جا آنا سڀ ناس ٿيو وڃن. ڏٺو ويو آهي ته اهو ٻيجو روسبي بعد اڻ راس، ٿيل ٻيجي کان جلد سائو ٿيو وڃي ۽ ڦوٽاڙو به سٺو ٿو ڪري ۽ بيمارين کان آزاد ٿو رهي.

ڪن ملڪن ۾ ٻيجي جو مٿيون حصو لٿي پوءِ زمين سان ڪڍيو ويندو آهي. مگر تجربن ثابت ڪيو آهي ته اها محنت اجائي آهي ۽ فصل تي يا ان جي پيدايش تي انهي ڳالهه جو ڪو به اثر ڪونه ٿو پوي.

روسبو ڪرڻ:- روسبي لاءِ تيار ٿيل زمين بابت مٿي ذڪر ڪيل آهي. پٽيل ٻيجي جي سوڙي کڻي ان جو پاڙن وارو پاسو پاڻيءَ ۾ وجهي ان کي چنبڙ گهڙجي

ته جيئن پاڙن تي لڳل مٽي ڌوپي وڃي ۽ پاڙون هڪ ٻئي کان ڌار ٿي وڃن. پوءِ ٣-٤ تيلا ان مان کڻي زمين تي رکي پاڙن تي هٿ جي آڱوٺي جو زور ڏيڻ گهرجي ته جيئن پاڙون نرم ۽ آليءَ مٽيءَ ۾ گهڙي وڃن. روپ ٻي مهل اهو خيال ڪرڻ تمام ضروري آهي ته 'سراهيون' هڪ ٻئي کان اٽڪل ٩ انچ ڪن پري هجن ۽ ٻن قطارن جي وچ ۾ اٽڪل ١٢ انچ مفاصلو هجي. جيڪڏهين زمين تمام پلي هجي ته وڇوٽي اڃا به وڌيڪ رکجي ته جيئن "ٻوڙو" وڌو ٻڌجي.

عام طرح اسان جو هاري روپ ۾ تمام گهٽي ٽڪر



ڪندو آهي. زمين کي پورو نرڙ نہ ڏيندو آهي. ٻيجو اهڙي نموني ۾ پئيندو آهي جو سلن جون پاڙون ضربجي پونديون آهن ۽ روهبي ڪرڻ مهل ٻيجو تمام ويجهو هئندو آهي جنهن ڪري سلا پوڙو تمام ننڍو هئندا آهن.

ڇهاڻي طريقه ۾ ٻيجارڻ سان ٻيجو ڪرهيءَ سان ڪليو ويندو آهي ڇو جو ان ٻجي جون پاڙون بجاءِ پاڻ جي زمين ۾ لڳل هونديون آهن. ٥-٤ تيلا يا ان کان ٻہ وڌيڪ هڪ جاءِ تي لڳايا ويندا آهن ۽ وچوٽي هڪ فوٽ زمين سان ساڀي رکن ٿا.

آزمائش سان ڏٺو ويو آهي تہ روهبي مهل ٿورن يا گهڻن تيلن جو لڳائڻ فصل جي پئدائش تي ڪو خاص اثر ڪونہ ٿو ڪري مگر روهبي جو مفاصلو ٿورڙي تي ۽ سنگن جي قد تي گهڻو اثر ٿو ڪري مگر جلد ٻچندڙ جنسن جي پئدايش جو دارومدار پوٽن جي تعداد تي آهي ۽ نہ سنگن جي قد تي. مفاصمہ جو دارومدار وري جنسن تي ۽ زمين تي آهي. جلد پچندڙ ۽ گهٽ ڦوٽاڙو ڪندڙ جنس جو روهبو ويجهو ڪرڻ ٺيڪ آهي ۽ ساڳي نموني ۾ سوچاري زمين ۾ پڻ روهبو ويجهو ڪجي تہ بهتر.

**خال پرڻ** :- جڏهن روهبو تيل پوٽا ڦٽيلجي نئين سر

واڌ شروع ڪن تڏهين ڏسجي ته ڪنهن هند ڪو خال ته نه ٿي پيو آهي ۽ ڪوشش ڪري ٻچا يل ٻجي کي پٽي اٿي روپ ڪري ڇڏجي .

**ولائتي پاڻ ڏيڻ** :- روپ ڪرڻ بعد ڏهن ڏينهن کن ۾ سڀ ٻوٽا پنهنجا سڪل پن ڇاڻي نوان ساوا پن ڪڍي پنهنجي واڌ زورشور سان شروع ڪيو ڇڏين . روپ ڪرڻ کان اٽڪل ٥ ڏينهن کن پوءِ ١٠٠ پائونڊ امونيم سلفيٽ في ايڪڙ ڏيڻ پنهنجي سٽ ڪٽ وڌائڻ لاءِ تمام ضروري آهي- مٿي ڏيکاريل انداز ولائتي پاڻ ڪنهن سڪل زمين تي ڊڳ ڪري منجهس ڇوڻ مٽي مٿي چڱي طرح ملائجي- پاڻ ۾ گنڊا ڳوڙها به نه رهڻ ڏجن- فصل ۾ پاڻي ٢-٣ انچ رهڻ ڏجي ۽ اهو مٿي ملايل پاڻ منجهس ڇڏجي- فصل کي پاڻي تيستائين نه ڏجي جيستائين اهو پاڻ وارو پاڻي زمين چهي وڃي- ان بعد رواج مطابق فصل کي پاڻي ڏيو رهجي- اسان جا ساريال علائقن وارا زميندار ائين سمجهندا آهن ته اهو پاڻ ڪلر واري زمين کي نه ڏجي ۽ جيئن ته سارين واري زمين ڪلراٺي آهي انڪري ان زمين کي ٻڻ اهو پاڻ نه ڏجي- حقيقت ائين نه آهي. گهڻو ڪري ساريال زمينون ڪلراٺيون آهن ۽ ان هوندي به ڪن ٽڪرن

سان جريب خرار پئدائش لهندي آهي - آزمايو ويو آهي ته جا زمين ٥-٦ مڻ پئدايش ڏئي ٿي ان کي هي ياڻ ڏئي سگهجي ٿو ۽ فائدو اوس ٿيندو - پر جي اهڙو نيٺ کلر آهي جو ٻج ئي ڳچي ۾ ته پوءِ ان کي ولائتي پاڻ فائدو ڪونه پهچائي سگهندو .

**گڏ ڪرڻ :-** عام طرح هن فصل ۾ اسان جي ملڪ ۾ گڏ ڪئي ويندي آهي ۽ نه وري ڏاريو گاه ڪڍيو ويندو آهي ۽ رڳو ٻنين تان مال کي ڪاڍائڻ لاءِ گاه ڪيو ويندو آهي - درحقيقت جيستائين سارين جا ٻوٽا پاڻ پيرا ٿين تيستائين ڏاريو گاه تمام فائد بمند آهي .

جپان ۾ ٣-٤ دفعه گڏ ڪئي ويندي آهي ۽ هٿ سان هلائڻ وارا گڏ ڪرڻ ۽ گاه پٽڻ وارا اوزار ڪم آندا ويندا هئا - مگر جيئن ته انهن سان تمام گهڻو وقت ٿي لڳو انڪري هاڻ هڪ گاه کي مارڻ واري دوا جنهن کي "ٽو - فور - ڊي" ڪوٺيندا آهن اها استعمال ڪئي ويندي آهي - اها دوا هڪ ڦوهاري جو منهن زمين کان هڪ فوٽ کن مٿي جهلي گاه جي مٿان ڇڙڪائي ويندي آهي ۽ ان نموني سان گاه ناس ڪيو ويندو آهي.

نوٽ :- اڄڪلهه ولائت جي ملڪن ۾ ٻئي دوائون

عام استعمال ٿيون ٿين ـ هنن کي انگريزيءَ ۾ ويڊيسائيڊ (Weedicide) ڪري ٿا ڪوٺين ـ هر هڪ فصل لاءِ جدا دوا آهي جا ڇٽڻ کان سواءِ ان فصل جي ٻئي هر قسم جي گاهه کي ناس ڪري ڇڏي.

حيدرآباد ريجن ۾ ساريال زمين ۾ هيٺ ڏيکاريل گاهه ڄمندا آهن :-

ڪل ـ اَڪڙ ـ ٻواڙي ـ سانوڻي ـ ٽوپ ـ ٻصري ـ ڏانوڻي ـ مانجهلي ـ ڪانڊيرو ـ ٻن ـ ڏيرـ نـاڙو ـ نُگرل ـ سانئون ـ ڪبه ـ ڪرنگهه ـ ڊڀ ـ پناه ـ سر ـ آڪ ـ ڪتڙ ـ ڏاٿاهو ـ جهنجهڻ ـ ڏنهه ـ سونڙو ـ هانڊائو ـ ڪانگور ۽ ٻهڻ.

**پاڻي ڏيڻ (ريج ڪرڻ):-** سارين کي پاڻي ڏيڻ جو ڪو خاص مقرر ٿيل طريقو ڪونهي ـ صرف اهو خيال رکڻو آهي ته شروعات ۾ پاڻي ٿورو ڏجي ته جئن ٻوٽا پنهنجون پاڙون آسانيءَ سان زمين ۾ هڻي سگهن. اهو پڻ ضروري آهي ته هن فصل هيٺ زمين کي ڪنهن به وقت سُڪڻ نه ڏجي ۽ نه وري ايترو وڌيڪ پاڻي ڏجي جو سارين جا پن به پاڻي هيٺ ٻڏي وڃن ـ ڪلر واري زمين ۾ فصل ۾ بيٺل پاڻيءَ کي هڪ ٻه دفعه نيڪال ڪرڻ ضروري آهي جنهنڪري ڪلر لڙي، ٿو بعني

ته لوڻ جا جزا ان پاڻيءَ سان گڏ نڪري ٿا وڃن.

جڏهن سارين جو فصل 'نسرڻ' تو شروع ڪري يعني ته سنگن ۾ گل نڪرڻ ٿا شروع ٿين ان وقت پاڻي گهٽي انداز ۾ سارين ۾ بيهڻ گهرجي جيئن سارين جو ڪانو سمورو پاڻيءَ هيٺ هجي ان پاڻيءَ کي لاڙ ۾ سارين ۾ 'پانچي' جو پاڻي چوندا آهن.

سنگن نڪرڻ بعد اٽڪل ٽن هفتن کان پوءِ فصل 'ڪيري' جي حالت ۾ ايندو آهي ۽ ڪچڙا ان جا داڻا سنگن ۾ پيدا ٿيندا آهن.

نسرڻ کان ڪيري جي حالت تائين جيڪڏهين برسات پئي يا سخت هوائون لڳيون ته سنگن ۾ ان ٿيڻ کي ڌڪ لڳندو آهي ۽ پيدائش گهٽجي ويندي آهي خالي سنگ يعني 'پاپڙ' وڌي ويندي آهي ۽ ڪن حالتن ۾ فصل ڪري پوندو آهي.

گهٽي پاڻ يا ڪافي طاقتور زمين جي حالت ۾ پڻ فصل ايترو ته زور وارو ٿيندو آهي جو ان ٿيڻ بعد ڪيري پوندو آهي ان ڪري اهڙين حالتن ۾ ڪچيءَ ۾ ئي يا ته فصل جا مٿيان پن ڪٽي ڇڏبا آهن جنهن کي ڪني لٽڻ چئبو آهي يا ته مال فصل ۾ ڇڏبو آهي جنهن کي 'پيلاڙو' چوندا آهن. سنگن ۾ ان ٿيڻ کان پوءِ

زمين مان پاڻي نيڪال ڪري ڇڏجي ورنہ چانورن جي جنس ڪي ڪافي نقصان پهچندو.

لنتہ ضلع جي شاهبندر ڊويزن ۾ ڪي زمينون ايتريون تہ هيٺاهيون آهن جو انهن مان پاڻيءَ جو نيڪال ڪرڻ ناممڪن آهي ۽ اتِ تہ لاباراٰ بہ پيڙين رستي ٿيندا آهن.

مٿي چاٽايو ويو آهي تہ جپان ۾ روپڻي بعد سارين ۾ گڏون ڪيون وينديون آهن ان وقت فصل ۾ پاڻي بلڪل ٿورو ڇهليو ويندو آهي. جپان ۾ هوندي بہ سارين ۾ پاڻي ٣-٤ انچن کان مٿي نہ ڇهليو ويندو آهي ان ڪري پاڻيءَ جو اجايو زيان نہ ٿيندو آهي. جپان ۾ تجربا ڪري ڏٺو ويو آهي تہ ان طريقہ سان سارين جي هڪ ايڪڙ کي ڪل ٨ لکن کان ٣؛ لک گئلن پاڻيءَ جي ضرورت ٿئي ٿي ۽ ان کان سواءِ اتِ ٤½ کان ٩ لک گئلن پاڻي في ايڪڙ برسات ذريعہ مهيا ٿو ٿئي، جون کـــان سپٽمبر تائين. جپان ۾ ٤٠ ڏينهن ۾ ١٠ ڏينهن پاڻي زمين مان نيڪال ڪري ڇڏيندا آهن، نسرڻ کان اڳـــ ان کي هو 'وچواري سوڪ' ڪري سڏيندا آهن. جپانين جو چوڻ آهي تہ انڪري سارين جي پاڙ ڪجهہ هيٺ وڃي ٿي ۽ بيڪار ڦونهڙو نہ ٿو ٿئي ۽ لا باري

۾ آساني ٿي ٿئي - فصل جي واڌ جي دوران ۾ ٢-٣ دفعه ولائتي ڀاڻ پڻ ڏنو ويندو آهي -

حيدرآباد ريجن جي براج ايراضي ۾ سارين جي فصل لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت :

(زرعي پرچو نمبر ٤٣ تان ورتل) :— براج جي واهن ۾ خريف جي فصل لاءِ پاڻي اپريل جي شروع کان وچ آڪٽوبر تائين موجود آهي - براج جي حالت ۾ هڪ ڪيوسيڪ پاڻيءَ جو (يعني ته سوا ڇهه گئلن پاڻي هڪ سيڪنڊ ۾) خريف ۾ ٥٠ ايڪڙ سارين جو فصل راس ڪري سگهي ٿو بشرطيڪ پاڻي ضايع نه ڪيو وڃي - انڪري اهو ضروري آهي ته پاڻيءَ جي اچڻ سان پيجارو هڪدم اپريل جي شروع ۾ پوکڻ شروع ڪيو وڃي ۽ روسبي جو مدو انڪل ٽن مهنن يعني مئي کان جولاءِ تائين جاري رکجي - هڪ ڪيوسيڪ پاڻيءَ جو هڪ ايڪڙ کي هڪ انچ اونهو پاڻي هڪ ڪلاڪ ۾ پهچائي سگهي ٿو يعني ته هڪ ڪيوسيڪ هڪ ايڪڙ کي ڏينهن رات ۾ ٢٤ فوٽ پاڻي پهچائي سگهي ٿو يا ائين چئجي ته ٢٤ ايڪڙن کي ڏينهن رات ۾ هڪ انچ پاڻي پهچائي سگهي ٿو - مگر زمين ڪجهه پاڻي چهي ٿي

۽ ڪجهہ بخار رستي ضايع ٿئي ٿو ان جو الا ئونس ٣ ايڪڙ انچ ڏيڻ بعد هڪ ڪيوسيڪ ٢١ ايڪڙ انچ پاڻي پهچائي سگهي ٿو۔

(الف) پيجاري ڪي پاڻيءَ جي ضرورت:- ٥٠ ايڪڙن لاءِ سوا ايڪڙ پيجارو ڪافي آهي انڪي ڪل ٣٠ ايڪڙ انچ پاڻي تيار ٿيڻ تائين گهرجي۔

(ب) رومبي ڪان اڳ ريج لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت:- هڪ ايڪڙ کي ٨ انچ پاڻي ڪافي آهي انڪري هڪ ڪيوسيڪ پاڻيءَ سان جو ٢١ ايڪڙ انچ پاڻي پهچائي ٿو، اڍائي ايڪڙ روز ريج ڪري سگهجن ٿا۔

(ٿ) رومبي بعد پاڻي جي ضرورت:-

پهريان ١٥ ڏينهن ١ ايڪڙ انچ روز يعني ڪل ١٥ ايڪڙ انچ

پيا ٢٠ ڏينهن ¾ ايڪڙ اِنچ روز يعني ڪل ١٥ ايڪڙ انچ

پيا ٣٠ ڏينهن ½ ايڪڙ اِنچ روز يعنى ڪل ١٥ ايڪڙ اِنچ

( مٿيان انگ اکر آڳاٽو پچندڙ سارين لاءِ آهن۔ سگداسي فصل لاءِ ان بعد بہ ٢٠ ڏينهن لاءِ اڌ ايڪڙ انچ في روز جي حساب سان ١٠ ايڪڙ انچ پيا بہ گهربا)۔

مٿي ڏيکاريل انگن اکرن موجب هڪ ڪيوسيڪ پاڻيءَ سان ٥ ايڪڙ سارين جا آسانيءَ سان تيار ڪري سگهبا ۽ ايترو پاڻي بچندو، جو دوباري يا بوسي فصل لاءِ زمين کي شروعاتي ريج ڪري سگهجي.

ريج مطابق هيءَ ڳالهه قابل غور آهي ته جنهن وقت فصل جي سنگن ۾ ان سخت ٿيڻ شروع ٿئي ته ان وقت زمين مان پاڻي نيڪال ڪري ڇڏجي- ائين ڪرڻ سان چانورن جي رنگت ۽ بيهڪ بالڪل سهڻي ٿيندي ۽ ڏر ۽ ڇڙ ۾ "ڀڳ" بالڪل گهٽ ٿيندي.

## لابارو

(الف) **سٽ ڪٽ**:- جڏهين سارين جي سنگن ۾ ان سخت ٿي ويندو آهي مگر ٻوٽو اڃان سائو ۽ تازو هوندو آهي ته ان کي ڪپي پوءِ سڪيءَ ٿاڪ زمين تي يا تختن تي ان کي سٽيندا آهن ته ان سنگن کان ڌار ٿي ويندو آهي. سائو ٻوٽو مال کي چاريندا آهن ۽ ان ڪاٺ جي ڪتب آڻيندا آهن. هي رواج لاڙڪاڻي ضلع ۾ عام آهي جو سٺو رواج نه آهي ۽ پيدائش کي ڪافي ڌڪ هڻي ٿو. هي ان هاري صرف پنهنجي ڪم آڻيندو آهي ۽ بزار ۾ ان ان جو اگهه بالڪل ڪريل هوندو آهي. هاري

صرف پنهنجي سچائيءَ جو ثبوت ڏئي هن طريقہ سان فصل باقائده لهڻ کان اڳ وارو مهنو کن گذر سفر ڪندو آهي.



(ب) **لاب يا لوب:-** جڏهين سنگ پچي تيار ٿي ويندا آهن ۽ پوتو بہ سڪي ويندو آهي تہ ان کي زمين کان ڇهہ انچ کن مٿي ڏاٽي سان ڪپي صاف سخت زمين تي سٿي رکبو آهي تہ جيئن هو اس لڳڻ تي باقائده سڪي وڃي تہ ڳاهہ ۾ سهوليت ٿئي ۽ سنگن ۾ ان رهجي نہ وڃي.

لا بارو پوتي جي تمام نوٽ سڪي وڃڻ کان اڳ

ڪجي ته جيئن لاباري وقت آن چٽي ضايع نه ٿي وڃي ۽ چڙه ۾ پيگ گهٽ ٿئي.

جپان ۾ ١٠-١٢ ڪپل پوتا گڏ پڌي سڪڻ لاءِ ڪانين ۾ زمين کان مٿي لٽڪائي ڇڏيندا آهن.

لاڙ ۾ ڪن هنڌن، جتي لاباري به ٻيڙين ۾ ٿيندو آهي اتي پوتي کي پاڻي جي مٿاچري وٽ ڏاتي جي ذر ڪندا آهن ۽ ٻيڙين ۾ سٿيندا ويندا آهن. ان طرح ٻيڙيون ڀري پوءِ ڪناري تي اچي مٿاهين خشڪ زمين ۾ سڪڻ لاءِ ڇڏيندا آهن.

دنيا جي ڪن ملڪن ۾ لاباري هڪ مشين ذريعي ڪيو ويندو آهي جنهنکي "بائنڊر" چوندا آهن هي مشين هڪ ڪلاڪ ۾ هڪ ايڪڙ جو لاباري ڪري بنڊل پڌي رکندي ويندي آهي.

فلپائين ٻيٽن ۾ سنگن سان گڏ صرف هڪ فوت کن ڪانو ڪپيو ويندو آهي ۽ سڪڻ بعد ڍانون ۽ مرد ان کي پيرن سان لتاڙي ڳاهيندا آهن.

**ڳاهه:** دنيا جي جدا جدا ملڪن ۾ مختلف نمونا نئيل فصل مان آن ۽ پلال جدا ڪرڻ جا آهن - جيئن جيئن دنيا ترقي ڪندي ٿي وڃي تيئن تيئن مشينن ذريعي هر ڪم ڪيو وڃي ٿو- مگر افسوس جو اسانجي ملڪ

۾ اڃا تائين دقيانوسي نمونا رائج آهن ۽ انهن ۾ ڪو به اڃا تائين سڌاري جو چاڙهو نظر ڪونه ٿو اچي. ڳاه ڪرڻ جو اسان وٽ اڃا اهڙوئي نمونو آهي جو شايد جڏهين انسان ذات اَن ڪائڻ سکيو، اَن وقت استعمال ۾ هو.

ڪنهن سخت زمين تي هڪ مضبوط ڪاٺي ڪوڙي ويندي آهي ۽ ان ۾ ٤-٥ ڏاند لائين ۾ ٻڌي انهن کي چوگرد گهاٽي وانگر ڦيرايو ويندو آهي. ڏاندن جي پيرن ۾ لٽيل فصل لتاڙجڻ لاءِ رکيو ويندو آهي. هڪ ماڻهو ڏانداريءَ سان اهي ساريون اٿلائيندو ويندو آهي ته ٻيو همراه ڏاندن کي هلڻ لاءِ چهبو چڪائيندو رهندو آهي ۽ هڪ ٽين جو خالي ڊبو به هٿ ۾ کڻندو آهي جنهن ۾ ملتانگو يا ڇيٽو به ٻيو گڏ ڪندو آهي ته جيئن اهي سارين تي ڪري ان کي خراب نه ڪن.

ان بعد پلال سيڙي جدا ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اَن کي هڪ هنڌ ڍڳ ڪري پلال سان ڍڪي رکي ڇڏيندا آهن ۽ زوردار هوا لڳڻ جو انتظار شروع ٿيندو آهي ته جيئن 'وائر' تي سگهي.

هن جي ڀيٽ ۾ ٻين ملڪن ۾ اهڙيون مشينون آهن جي فصل مان لنگهائڻ سان لابارو، ڳاه، وائر ڪري صاف ٿيل اَن ڳوٺين ۾ وجهنديون ويندون آهن رڳو ڳوڻ کي سبي ٻڌڻ تي رکڻ جي دير آهي.

**وائر :** هن جو مطلب آهي ڳاهه ٽيل آن کي ڪک ڪچري کان صاف ڪرڻ ـ جڏهين تيز هوا شروع ٿيندي آهي تڏهين ڪي همراه ڦريا کڻي بيهندا آهن ته پيا پهلوان ڇج کڻندا آهن ـ ڇج آن سان ڀري مٿي کان مٿيرو جهلي آهستي آهستي آن منجهانئس ڪيرائيندا آهن ۽ قدرتي طرح هوا ڪک ڪچري کي آن کان جدا ڪندي آهي، پيا همراه ڦريءَ سان آن گڏ ڪندا ويندا آهن ۽ ڍڳ تان به ڦريو قرب سان گهمائيندا آهن ته باقي رهيل ڪک به تري اچي مٿان گڏ ٿيندا آهن ـ انهيءَ نموني سان آن کي پلال ۽ ڪکن وغيره کان جدا ڪيو ويندو آهي .



زراعتي کاتہ هڪ وائرڻ جي مشن رائج ڪئي آهي جا هر ڪنهن تعلقہ ۾ زراعتي آفيسن ۾ موجود آهي- ان مشين سان جيڪڏهين هوا بلڪل بند هجي تہ بہ آسانيءَ سان وائر ڪري سگهجي ٿيا-




وائرڻ کان پوءِ يا تہ هڪدم بتيون ڪئي ويندي آهي يا تہ انهن ڍڳن کي پلال سان ڍڪي آلي مٽيءَ سان لمبي ڇڏيندا آهن يا پلال جي مٿان جدا جدا هندن تي ٿوري گهميل مٽي رکي وڏيري صاحب جو ڪمدار اُن مٽي مٿان پنهنجو ٺپو پيوستہ ڪري ڇڏيندو آهي تہ جيئن جمهوريت پسند جوانن جي نظرِ بد کان اهو ڍڳ

محفوظ رهي - انهيءَ ڏيڻ واري جاءِ کي ’ديرو‘ يا ’کرو‘ ڪوٺيو ويندو آهي.

**ڏرءِ چڙهه:** ڏر جو مطلب آهي چانورن تان ٽوٽڙن جو لاهڻ - ٽوٽڙ ڪارخانن ۾ مشين ذريعي لاٿا وڃن ٿا مگر جت اهڙا ڪارخانا نه آهن اتي وڏين آکرين ۾ يا جنڊين ۾ لاٿا وڃن ٿا (جنڊي ڪاٺ جي هلڪي جنڊ کي ڪوٺبو آهي) ڏر ڪڍڻ پوءِ چڙهه ٿيندي آهي جنهن جو مطلب آهي ڪورن چانورن تان چوڻ لاهڻ - هيءَ به مشين ذريعي يا آکريءَ ۾ ڪُٽڻ ذريعي ٿي سگهي ٿو- آکريءَ ۾ ڪٽڻ سان چانورن تي پالش ٿيڻ ممڪن نه آهي مگر مشين ۾ چانورن کي ٢-٣ ڀيرا پالش ڪندا آهن ته انهن تي چمڪ اچي ٿي بزار ۾ انهن چانورن جو اگهه وڌيڪ ملي - ڪن هنڌن هڪ دفعو پالش ڪري پوءِ ڏينهن ڇڏي پوءِ ٻيو دفعو پالش ڪندا آهن ته جيئن چانورن ۾ چمڪ گهڻي ٿئي.

ڪن ملڪن ۾ چانورن کي پالش مهل مختلف رنگ ۽ چمڪ ڏيندا آهن جنهن لاءِ مختلف قسمن جا رنگ، گلي، ٽالڪ پائوڊر، گلوڪوز ۽ تيل استعمال ڪندا آهن.

ڪنگٽي چانورن کي هت اسان وٽ ۾ پالش مهل

پلا هجيريءَ جي پائوڊر ۽ هيڊ جي پائوڊر جو چڱو ڏيندا آهن ته انهن جي رنگ ۽ خوشبوءِ مان اندازو ٿئي ته سڀني جنس جا سگهداسي چانور آهن.

## جوشي چانور تيار ڪرڻ:-

جوشي چانورن لاءِ عام طرح ڪنگڻي چانورن جهڙيون گهٽ جنسون ڪتب اينديون آهن ڇو جو بزار ۾ جوشي چانورن‌جي‌جنس جي سٺائيءَ جو دارومدار هيٺين ڳالهين تي آهي:-

١- چانورن کي پسائڻ جو مدو ٢- گرم يا ٿڌي پاڻيءَ جو استعمال ڪرڻ ٣- پسائڻ وقت پاڻيءَ جو تبديل ڪرڻ ٤- ڏر ۽ ڇڙد کان اڳ چانورن کي سڪائڻ جو طريقو ۽ مدو.

سارين کي وڏن سرن سان ٺهيل حوضن ۾ ٢٤ کان ٧٢ ڪلاڪن تائين پاڻيءَ ۾ پسڻ لاءِ ڇڏبو آهي- تازي فصل جي سارين کي وڌيڪ عرصو تيار ٿيڻ لاءِ لڳندو آهي ۽ پراڻين سارين کي گهٽ- گرم پاڻي استعمال ڪرڻ سان وقت گهٽ لڳندو آهي ۽ ٿڌي پاڻيءَ سان وڌيڪ- هر ٢٤ ڪلاڪن کان پوءِ پاڻيءَ جي تبديلي ضروري آهي- ان بعد اهي ساريون وڏن لوهي ڊرمن ۾ وجهي ١٠ کان ١٢ منٽن تائين منجهائن داب جي

هيٺ پاڻ لنگهائي ويندي آهي، پوءِ اهي ساريون هڪدم اتان ڪڍي آس پاس زمين تي سڪائڻ لاءِ پکيڙي ڇڏيون آهن ۽ ان ڪلاڪ کن انهن کي آس پاس رکيو آهي ته جيئن بالڪل سڪي وڃن. ان کان پوءِ ڏر ۽ ڇڙه لاءِ اهي ساريون موڪليون آهن. هنن چانورن ۾ پڪ تمام گهٽ ٿيندو آهي.

## سارين جي فصل جون بيماريون ۽ انهن جو علاج

هن فصل تي ٻين فصلن وانگر ڪيترن ئي قسمن جون جيتن واريون ۽ جراثيمي بيماريون لڳن ٿيون. جيئن ته هر هڪ ملڪ ۾ مختلف بيماريون سارين تي ڏٺيون ويون آهن ۽ سمورين بيمارين جو ذڪر ڪرڻ سان هي مضمون تمام وڏو ٿي ويندو ان ڪري صرف حيدرآباد ريجن ۾ لڳندڙ بيمارين جي ذڪر تي ئي اڪتفا ڪرڻ بهتر ٿيندو.

**مڪڙي:-** سارين جي ٻيجاري ۾ مڪڙي زيان ڪندي آهي ۽ ٻيجو ناس ڪري ڇڏيندي آهي. ان جو بچاءُ آهي "ائلڊرين" دوا پاڻيءَ ۾ ملائي ٻيجي تي ڇڙڪڻ يا ان دوا مليل چوڳو ناهي ٻيجاري تي پکيڙڻ.

**ڪوئو:-** هي جانور سارين کي تمام شديد نقصان

پھچائيندو آهي ۽ وقتي تہ هزارن ايڪڙن ۾ قبل از وقت لابارو وجهي ڇڏيندو آهي لاڙ جا ماڻهو ڪوئـي جي نقصان ڪان تمام گهڻو عاجز ٿي چڪا آهن. سارياڻ جو ڪوئو گهرو ڪوئي ڪان وڏو ٿيندو آهي. سندس رنگ پورو ياڪارو ٿيندو آهي ۽ پيٽ جو رنگ اڇاڻ ڏي مائل - پچ تمام ڊگهو اٿس ۽ پڇ تي وار ڪونہ ٿئيس -

سارياڻ فصل ختم ٿيڻ ڪان پوءِ هي ڪوئو هيٺاهين ڊنين وارن ۽ گاه سان ڀرپور زمينن ۾ وڃي رهندو آهي ۽ اتي ٻچا ڏيندو آهـــي. هن ڪوئي جو تور ٻن مهنن اندر جوان ٿي ويندو آهي ۽ سال ۾ اهڙا ڇهہ تور ڏيندو آهي. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿـــو تہ هن ڪوئي جي واڌ ڪيتري نہ آهي. جڏهن سارين جو روپو شروع ٿيندو آهي ۽ زمينن ۾ ريج اچي ويندو آهي تہ پوءِ هي ڪوئو رڙهي اچي آباد زمينن جي ٻنن ۾ ٻر کوٽي رهندو آهي ۽ رات جـو فصل کي پاڙيءَ جي سطح مٿان ڪپيندو ويندو آهي. جڏهين زمينن ۾ پاڻي جو پاڙي ڇڏيندا آهن ۽ سڀ ٻنا ٻارا پاڻيءَ هيٺ اچي ويندا آهن تہ هي ڪوئو سارين جا ڪجهہ ٻوٽا پاڙيءَ کان مٿي پاڻ ۾ ملائي ان ۾ پنهنجو آکيرو ٺاهيندو آهي ۽ پاڻ ان ۾ رهندو آهي. هن حالت ۾ ڪيس اِت جو ڪوئو چوندا آهن. هي ڪوئو

تمام تکو تارو آهي ۽ پاڻيءَ ۾ تبي هڻڻ جو به ڪاريگر آهي.

جڏهين آن ڪيري ۾ يا پچڻ جي حالت ۾ هوندو آهي تڏهين هي ڪوئو آن ڪاڻڻ شروع ڪندو آهي. جڏهين لا بارا پئجي ويندا آهن ته پوءِ هي ديرن ۽ ڪرن جي پاسي ۾ ٻر ڪوٽي رهندو آهي ۽ آن جو نقصان ڪندو آهي. هي ڪوئو هميشه رات جو نقصان ڪندو آهي ۽ ڏينهن جو ڏسڻ ۾ ئي ڪو نه ايندو آهي.

## ڪوئي ڪي روڪڻ جا آپاءَ :-

١- ٻر ڪوٽي ڪوئي ڪي مارڻ.

٢- سائنوگئس، زهر يا "سائنئگس" زهر پمپن رستي ٻرن ۾ ڦوڪڻ.

٣- وارفرين، زهر جو چوگو ڏاهي ٻرن ۾ وجهڻ.

ڪوئي ڪي ناس ڪرڻ جا آپاءَ تڏهين ڪارگر ٿيندا جڏهين سڀ پاڙيسري زميندار گڏجي هن ڪي ناس ڪرڻ جو حيلو ڪن. مگر جيڪڏهين ڪي زميندار هن ڪي ناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ ڪي لا پرواه رهندا ته پوءِ هن ڪوئي جي تڪڙي واڌ ڪي نظر هيٺ رکي ڏسبو ته ڪوبه فائدو يا ڪوئي جي گهٽتائي نه ٿيندي.

## ڪيڪڙو يا سنياڻو.

هي جانور بہ ڪن ڪن هندن تي ڪافي نقصان پهچائي ٿو- هن جو علاج آهي ڪيڪڙن کي هٿ سان مارڻ يا ڦاماڻي ناس ڪرڻ.

## روُڙو ۽ مهلو:-

روڙي جو ڪارڻ هڪ قسم جو ننڍو پوپٽ آهي جو سارين جي ٻوٽي تي آنا لاهي ٿو جن مان سوُپٽ پيدا ٿا ٿين، جن کي لاڙ بہ "گَنڏَرَ" چوندا آهن - هي ڪجهہ ڏينهن سارين جي ٻوٽي تي هلن ٿا ۽ هڪ لڳلڳدار رس ٻوٽي تي هاريندا رهن ٿا- ان رس تي ٽن چئن قسمن جا ننڍا جيت اچيو چنبڙن ۽ ان رس سان گڏوگڏ ٻوٽي جي رس بہ چوسيندا رهن ٿا ۽ ٻوٽو سڄو دونهاٿجو وڃي- ان کي "مهلو" چوندا آهن. اهو سوپٽ يعني ڪيڙو ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ٻوٽي جي ٿڙ ۾ سوراخ ڪري اندر گهڙيو وڃي ۽ اندر ئي اندر ٻوٽي جو گپ کائڻ کي لڳيو وڃي- انڪري ٻوٽي جو شروعات ۾ وچون پن سڪڻ شروع ٿو ڪري ۽ آخر ۾ سارو ٻوٽو سڪيو وڃي- هن کي "روڙو" ٿو چئجي.

مٿي ڏنل بيان مان ڏسبو تہ روڙو ۽ مهلو ٻئي لازم ملزوم بيماريون آهن- لاڙ ۾ ۽ ناري ڊويزن ۾

هي بيماري هر سال تمام گهٽو نقصان ٿي ڪري.

**علاج:-** جڏهين به ڏسجي ته ٻوٽي جو وچون پن سڪڻ لڳو آهي ته ان کي ڇڪي ڪڍي وڃجي ۽ ان جي ترم جيڪڏهين ڪي جيت نظر اچن ته انهن کي ناس ڪجي. روڙي يا مهلي جا جڏهين شروعاتي آثار ظاهر ٿيس ته هيٺ ڏيکاريل دوائن کي پاڻي ۾ ملائي ڦوهارن وسيلي فصل تي ڇٽڪارجي:

١- ڊي. ڊي. ٽي ٥٠ سيڪڙو.
٢- ڊي. ڊي. ٽي پنجاه سيڪڙو ۽ بي.ايڇ.سي. ململ.
٣- ائلڊرين
٤- پئرا ٿايان.
٥- ميلا ٿايان.
٦- ٿاڪسوفين.

آزمايو ويو آهي ته مٿي ڏيکاريل دوائون ڇٽڪارڻ سان فصل کي روڙي ۽ مهلي کان نجات مليو وڃي.

مٿي ڏيکاريل بيمارين وغيره کانسواءِ به ڪي ٻيون بيماريون سارين کي لڳن ٿيون مگر اهي تمام جزوي آهن ۽ معمولي نقصان ٿيون پهچائين. جن جو ذڪر ڪرڻ مناسب نه آهي جو انهن مان ڪو خاص نقصان سارين کي هن ريجن ۾ ڪونه ٿو پهچي.

(پورو ٿيو)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِـئي جـي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمـلَ مان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو بيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهندڙن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڙ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ٻاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".

- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)